



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

نجم عباسيءَ جو سلور جوبلي ڪتاب

---

# مٺي سنڌ سڪار

( ڪهاڻيون )




**سنڌي ساهت گهر**

پوسٽ باڪس نمبر ١٩

جنرل پوسٽ آفيس حيدرآباد سنڌ

١٩٨٨

ڪتاب جو نالو : مٺي سنڌ سڪار
موضوع : ڪهاڻيون
ليکڪ : نجم عباسي
ڇاپو : پهريون
ڇپجڻ جو مهينو : ڊسمبر ١٩٨٨ع

اداري جو ڪتاب نمبر ٢٣

قيمت: RS:25

ائڊريس:
سنڌي ساهت گهر
پوسٽ باڪس نمبر ٩١٠ جنرل پوسٽ آفيس
حيدرآباد سنڌ

# نجم عباسيءَ جا ڇپيل ٢٥ ڪتاب

١- طوفان جي تمنا (ڪهاڻيون) (ٻه ڇاپا) ١٩٦٩-١٩٨٢

٢- پٿر تي ليڪو (ڪهاڻيون) (ٻه ڇاپا) ١٩٧٣-١٩٨٤

٣- ڳاڙهو لالٽين (ڊراما) (ٻه ڇاپا) ١٩٧٤-١٩٨٠

٤- جيڪي منهنجي من ۾ آهي (ڪهاڻيون) ١٩٧٧

٥- ناچڻي (ڪهاڻيون) ١٩٧٨

٦- ايڏو سور سهي (ڪهاڻيون) ١٩٧٨

٧- مون پڻ ڳايو هو (شاعري) ١٩٧٩

٨- ڏنم اڻ ڏٺل (آتم ڪهاڻي (ٻه ڇاپا) ١٩٨٠-١٩٨٨

٩- رشتا ناتا (ڪهاڻيون) ١٩٨١

١٠- اڪيلا نہ آهيون (ڪهاڻيون) ١٩٨٢

١١- سورج هوندي سرجهابل (ڪهاڻيون) ١٩٨٢

١٢- للڪار (ڪهاڻيون) ١٩٨٣

١٣- پهاڙن ۾ پڪار (ڪهاڻيون) ١٩٨٤

١٤- پيار ڪهاڻي (ناول) ١٩٨٤

١٥- بلنديون (ناول) (ٻه ڇاپا) ١٩٨٤-١٩٨٧

١٦- پروفيسر (ڪهاڻيون) ١٩٨٤

| | |
|---|---|
| ۱۷- دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) | ۱۹۸۵ |
| ۱۸- ڪهاڻيءَ جو قافلو (تنقيد) | ۱۹۸۶ |
| ۱۹- گانڌي (جيون چرتر) | ۱۹۸۷ |
| ۲۰- تصوف جي چيرڦاڙ (مضمون) | ۱۹۸۷ |
| ۲۱- تلاش (ناول) | ۱۹۸۷ |
| ۲۲- زلزلو (ناول) | ۱۹۸۸ |
| ۲۳- ماسترياڻي (ناول) | ۱۹۸۸ |
| ۲۴- دوکو (ڪهاڻيون) | ۱۹۸۸ |
| ۲۵- مٺي سنڌ سڪار (ڪهاڻيون) | ۱۹۸۸ |

ڊاڪٽر اديب انقلابي

جي نالي.

# منهنجو پنجويهون سلور جبلي ڪتاب

منهنجي ڇپيل پنجويهن ڪتابن مان، ڪهاڻين جو هي منهنجو ٻارهون ڪتاب آهي. مان ڪهاڻيون واسطيدار (Commitment) ۽ سماجي ذميواريءَ سان لکندو آهيان؛ سنڌيت سان واسطيداري ۽ سنڌي سماج ۾ ڦيري جو آدرش. منهنجون سڀئي ڪهاڻيون پڙهي وڃو، توهان کي سنڌ جي تازي ۽ نئين دور جي تاريخ معلوم ٿي ويندي. سنڌ جون سياسي حالتون؛ سنڌي زبان لاءِ جاکوڙ؛ سنڌين جي ذهني، نظرياتي ۽ قومي اوسر؛ عام سنڌي شاگرد، هاري ۽ پورهيت جي سوچ؛ سنڌين جون اوڻايون ۽ ڪڙاميون؛ ڌارين جون سنڌين سان ڏاڍايون، مڪاريون ۽ منافقيون؛ انهن مڙني موضوعن جي ڇنڊڇاڻ ۽ جتي ضروري آهي، اتي حل به ڏنل ڏسڻ ۾ ايندو. منهنجي تہ هاڻي اها حالت آهي جو جنهن به موضوع يا خيال کان لکڻ وهان ٿو تہ ذهن توڙي قلم، ڦري گهري سنڌيت يا ان سان لاڳاپيدار مضمون تي اچيو بيهن. مون ڪهاڻين ۾ اها ڪوشش ڪئي آهي تہ سنڌي ٻاڻ کي ويچارو ۽ ڪمزور سمجهڻ ڇڏي ڏين، ۽ سنڌ جي روشن ۽ انقلابي آئيندي ۾ پورو يقين ۽ ويساهہ رکن.

منهنجي ذهن ۾ قلم جي جنبش اڃا جاري آهي. مون کي سمجهه پيو ته هاڻي جلد ئي مون کي پنهنجي ڌرتيءَ جي سپوتن جي انقلابي ڪارروائين جون ڪهاڻيون لکڻيون پونديون. ذهني ۽ نظرياتي شعور ڪان پوءِ جي عملي هلچلون شروع ٿينديون آهن، تن جون ڪهاڻيون لکڻيون آهن؛ زنده ۽ باشعور قوم جي عملي ميدان ۾ ڪارنامن جون ڪهاڻيون.

ڌاريائپ، ڌرتيءَ لاءِ وڏي ۾ وڏو ڪئنسر آهي. ڌاريائپ ئي سماجي انقلاب جي واٽ ۾ وڏي ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. ڌرتي تي ڌاريو، طبقاتي سماج کي هٿي ڏئي ٿو. ڌاريائپ، سامراج جو انسان دشمن هٿيو آهي. دنيا ۾ مڪ، سلامتي ۽ امن واسطي اها ڳالهه اڻٽر آهي ته هر ڌرتيءَ وارا، پنهنجي ڌرتيءَ کي ڌارين کان صاف ڪن .... جيئي سنڌ!

— نجم عباسي

٢٢- ڊسمبر ١٩٨٨

٥٩ – بي، يونٽ نمبر ٢،
لطيف آباد، حيدرآباد سنڌ

# ڪهاڻيون

# مٺي سنڌ سڪار

هڪڙو شهري شاگرد، هڪڙو ڳوٺاڻو شاگرد، پاڻ ۾ ڏاڍا گهاٽا دوست هئا. ٻئي ساڳي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندا هئا. ٻئي پاڻ کي ترقي پسند ۽ روشن خيال سمجهندا هئا، ۽ ترقي پسندي ۽ روشن خياليءَ تي ڏاڍا بحث مباحثا ڪندا هئا.

هڪڙي ڀيري، ڳوٺاڻي دوست، پنهنجي شهري دوست کي چيو ته اسان جي ڳوٺ هل ته اڄ تو کي وڏيري جي ٺٺ جي هڪڙي جهلڪ ڏيکاريان. ان ڏينهن وڏيري جي پٽ جو وهانءُ هو. شهري دوست اعتراض ڪيو ته مان بنا ڪوٺ ڪيئن هلان؟ ڳوٺاڻي دوست ورائيو ته مان ته وڏيري جي راڄ جو آهيان، مون کي ته سڏ آهي، تو کي مان پنهنجي دوست جي حيثيت ۾ وٺي ٿو هلان. ان کان سواءِ هڪ ته ان جي وڏيري کي لکا ڪانه پوندي، پر جي پيس به ته به هو نه رڳو منهنجو، پر تنهنجو به ٿورائتو ٿيندو، ڇو ته تون هن جي دعوت جي انبوهه ۾ واڌارو ڪندين، ۽ ان ڳالهه کي وڏيرا پنهنجو شان ۽ ساک سمجهندا آهن ته هنن جي شاديءَ ۾ وڏي کان وڏو انبوهه شامل ٿيو.

ڳوٺ، ان شهر کان ڏيڍ ميل جي وٿيءَ تي هو. هو
بس ذريعي اتي پهتا. شهري دوست ڏٺو ته ڳوٺ سان
لڳيتو هڪڙو وڏو ميدان هو، ان تي ايڪڙن ۾ شادي
شاميانا لڳايا ويا هئا. وڏيرن، سيٺين ۽ آفيسرن لاءِ الڳ
شاميانو هو ۽ راڄ ڀاڳ ۽ ڪٽ خلق لاءِ الڳ. فرنيچر
پنهنجي شاميانن ۾ اوچو رکيو ويو هو، وڏن ماڻهن جي
شاميانن وارو وڌيڪ اوچو هو. هزارين نه ته به سوين
موٽرون، جيپون ۽ ٻيون گاڏيون هيون ۽ وڌيڪ اچي رهيون
هيون. شان شوڪت جو پورو بندوبست ڪيو ويو هو.
سوين خدمتگار هئا ۽ هزارين مهمان. عورتن واسطي اندر
حويليءَ ۾ انتظام هو. حويلي وڏي ڪوٽ ۾ ويڙهيل هئي.
فضا ۾ دهل ۽ شرنائيون گونجي رهيون هيون، وڏيرو وڏن
ماڻهن جي آجيان ڪرڻ ۾ ڪٿي نه ٿي پڳو.

وڏن ماڻهن ٿوري ڪٽ خلق لاءِ سٺا سٺا ۽ قسمين
قسمين کاڌا هئا، پر وڏن ماڻهن لاءِ الڳ ۽ خاص طعام هئا،
۽ کاڌو اڻ کٽ هو. منجهند جي ٻارهين بجي کان شام جي
پنجين بجي تائين کاڌو هلندو رهيو، تڏهن به الاهي بچي
پيو. پوءِ غريب غربا ۽ فقير فقرا ڏاليون، ڏالهيون، پاليون،
پاٽوڙا، جهول ۽ ٻوڇڻ کاڌن سان ڀري ڪري پنهنجن
گهرن ۽ ڳوٺن ڏانهن کڻي ويا. ان هوندي به کاڌي جون
ڍيرون نه کٽيون ۽ ٻئي ڏينهن ٻوڙ پلاءَ جون ڪيتريون ئي
ديڳيون ۽ ماڻين جا ٿهل، ڳوٺ واري ڳند جي ڍير تي
اڇلايا ويا. شايد هنن ٻن دوستن کانسواءِ آسپاس ۽ ساري

تہ ۾ وڏيري جي واہ واہ ٿيڻي ويئي.

شهري دوست رات پنهنجي ڳوٺاڻي دوست وٽ رهيو. ڳوٺاڻي دوست جو ٻيءُ ڪمرو هو. شهري دوست ڏٺو تہ وڏيري جي حويلي ۾ اوطاق کان سواءِ سڄو ڳوٺ اونده ۾ ٻڏل هو. ڳوٺاڻي دوست هن کي ٻڌايو تہ نہ رڳو اڄ ائين آهي، پر هميشه بہ ائين هوندو آهي. ڳوٺ ۾ بجلي ڪانهي، پر وڏيري وٽ پنهنجا بجليءَ جا جنريٽر آهن. ان رات تہ بجليءَ جي روشنيءَ جون اهڙيون رنگينيون، لهرون ۽ رڱنشا هئا، جڻ ڪراچي شهر جي عاليشان فائيو-اسٽار هوٽل جي چڪي پٽي اچي هتي لڳائي وئي هئي.

ٻئي ڏينهن بس اسٽاپ ڏانهن پنڌ ويندي، بس اسٽاپ تي بس لاءِ ترسندي ۽ بس ۾ سفر ڪندي، هو وڏيري جي دعوت جي باري ۾ ڪچهري ۽ ٽيڪاٽپي ڪندا رهيا.

"اسان جنهن جهجهائيءَ جي ڳالهہ ڪندا آهيون تہ سماجي انقلاب جو بنياد يا مقصد جهجهائي آهي، اها آهي انسانن جي استعمال جي شين جي جهجهائي، انسانن جي سکن جي جهجهائي، دنيا جي سونهن جي جهجهائي، پر وڏيري جي دعوت واري جهجهائي پنهنجي طبقي جي ۽ ڏيکاءَ لاءِ جهجهائي هئي، سا بہ ٻين جي ڀورهئي ۽ پرماريت تي عيش ڪرڻ واري جهجهائي؟

"ڀورهيتن لاءِ ڪالهہ دعوت ۾ جي جهجهائي هئي ۽ پيٽ ڀري کاڌن تہ اڄ وري اهائي اڻاٺ ۽ بک."

"مان تہ وڏيري واري دعوت جي جهجهائيءَ کي جهجهائي نہ پر زيان (Waste) چوندس. پورهيت ۽ هاريءَ جي ڪمائيءَ جو بي حيائي ۽ بي رحميءَ سان زيان."

جن ٻنين ۽ رستن تان هو لنگهي رهيا هئا، تن جي آسپاس نظر جي دنگ تائين ساوا سوا فصل هئا: اناج جون پوکون، ڀاڄين جون ٻنيون، ميون جا باغ، ٻيلن جي وڪڙ. مينهون، ڳئون، ٻڪريون ۽ رڍن جا ڌڻ گاهہ چري رهيا هئا. فضا ۾ اڏامندڙ پکين جا ولر هئا.

"اسان جي زمين ڏاڍي زرخيز آهي" شهري دوست چوڌاري نهاري چيو.

"سو پاڻ پئي ڳالهہ ڪئي تہ سماجي انقلاب جو مقصد آهي جهجهائي .... پيداوار جي جهجهائي، زمين ۽ ڪارخانن جي پيداوار جي جهجهائي، جنهن ڪري انسان جي ضرورت، سک، سونهن، خوشي، ونڊر، جسماني صحت، ذهني ارتقا ۽ دنيا جي سندرتا جي جهجهائي حاصل ٿئي."

"اها جهجهائي ڪيئن حاصل ٿيندي"؟

"ان لاءِ هڪٻئي سان ڳنڍيل ٻہ ضرورتون آهن."

"ڪهڙيون؟"

"هڪ پورهيو ۽ ٻي سائنس ۽ ٽيڪنالاجي."

"پورهيو ڪيئن؟"

"هر ماڻهو پورهيو ڪري، ڪو بہ ٻئي جي پورهئي تي عيش نہ ڪري. ڪو بہ سماجي چور نہ بڻجي، ٻئي جي ڪٿي جو رت نہ چوسي. جو ڪم نہ ڪري، تنهن کي ڳاڙو نہ ملڻ

ڪري. تنهن کان سواءِ ماڻهو گهڻي ڪم ڪن. گهڻيل ڪم ڪري پيداوار سرس ٿئي ٿي. هاري گهڻيل کيت ۾ سنڌڪاري پنهنجي ڪاهين، ۽ مزدور ننڍين ننڍين ڪارخانن بدران گڏجي وڏا وڏا ڪارخانا هلائين. هرڪو پورهيت وت ۽ لياقت آهر ڪم ڪري. جڏهن سڀڪو پورهيو ڪندو ته ماڻهوءَ ۾ اتساهه جاڳندو ۽ هو ان جذبي سان محنت ڪندو ته هو پنهنجي لاءِ پنهنجي وطن واسطي پورهيو ڪري رهيو آهي. ان سان سواءِ پورهئي جو تصور ئي بدلجي ويندو. پورهئي کي بار ۽ مصيبت نه سمجهيو ويندو ۽ نه ان کي پيٽ خاطر جاڪرڙ ليکيو ويندو. پورهيو تفريحي بڻجي ويندو ۽ ذهني مزو ڏيندو. ڪم ڪرڻ وارو ماحول وڻندڙ ۽ صحتمند هوندو. وڏي ڳالهه ته پورهئي ۾ تخليقي جذبو شامل هوندو. پورهيت کي محسوس ٿيندو ته هو آزاديءَ سان ڪم ڪري رهيو آهي. ان ريت هن جي پيداوار ۾ سونهن ۽ نواڻ پيدا ٿيندي رهندي. ان شوق ۽ ذهني لطف ڪري هو وڌيڪ پيداوار ڪندو. ان کان سواءِ ذهني ڪم ۽ جسماني ڪم جي اهميت، شان ۽ اجوري ۾ فرق نه رهندو."

بس ۾ هو مسافرن کان بي نياز ٿي، پنهنجي گفتگو ۾ غرق رهيا. ماڻهو ان روش تي پهرين مرڪيا، پر پوءِ آسپاس ۾ وينل مسافر پوري غور ۽ دلچسپيءَ سان هنن جون ڳالهيون ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا.

"سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو جديد جهانيءَ ۾ ڪهڙو حصو آهي؟"

سائنس جو مطلب رڳو اوزار، مشينون ۽ ايجادون ناهي، پر سائنس کي انسان جي جيون جي هر ماهري ۾ ڇانئيل هجڻ کپي. سياسي تحريڪن، سماجي مسئلن، ڪمرانيءَ طريقن ۽ اقتصادي سوالن ۾ انسان جي سوچ سائنسي هجي. سائنسي سوچ جو مطلب آهي ته عقل، ڄاڻ، تجربي ۽ دليل ذريعي، ۽ سبب ۽ نتيجي کي ذهن ۾ رکي زندگيءَ جي هر ڳالهه جي ڇنڊڇاڻ ڪجي، تنقيد ڪجي، خيالن جي ڏي وٺ ڪجي، بحث مباحثو ڪجي ۽ اهي سڀ طريقا گڏيل هجن ۽ نه انفرادي.... ٽيڪنالاجيءَ جو بنياد بجلي آهي. بجلي جيجهي مقدار ۾ ڏجي ۽ پوري ملڪ ۾ هجي، شهر شهر ۾، ڳوٺ ڳوٺ ۾. بجليءَ جي ڪري وڏا وڏا ڪارخانا ۽ وڏي پيماني وارا ڪارخانا (Large scale Industries) کلندا، جتي هڪ هنڌ وڏي تعداد ۾ مزدور ڪم ڪندا. اتي هو هڪٻئي سان لهه وچڙ ۾ ايندا، هنن جا نوان سماجي ناتا جڙندا، نئين سڀيتا وجود ۾ ايندي، هنن جون نيون تنظيمون ٺهنديون، هنن کي پنهنجي سگهه جو سماءُ پوندو ۽ هو ظالمن ۽ پرمارن جي وجود مٽائي سگهندا ۽ پورهيت راڄ قائم ٿيندو. ڪارخانن نڪرڻ ڪري، نئيا نئيا هنرمند، جي پنهنجي منهن اڪيلو پورهيو ۽ دستڪاري ڪن ٿا، سي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندا ۽ پيداوار هزارين ڀيرا وڌي ويندي. مشين تي ماڻهو هزارين لکين دفعا وڌيڪ پيداوار وڌائي سگهي ٿو. ٽيڪنالاجيءَ ذريعي اهڙا طريقا پيا ڳوليا وڃن، جن وسيلي ٿوري محنت سان

ٿوري وقت ۾ جهجهي کان جهجهي پيداوار ڏئي. مشين ۽ نون طريقن ذريعي زرعي پيداش به سوين هزارين دنعا وڌي ٿي. زراعت ۽ ڪارخانن جو هڪبئي تي اهم ۽ دائمي مدار آهي. زراعت جي جهجهي پيداوار ٿيندي ته ڪارخانن کي ڪچو مال ملندو رهندو ۽ اهي هلندا رهندا. ڪارخانا هلندا رهندا ۽ انهن جي پيداوار وڌندي رهندي ته زمين جي پيداوار به کپندي رهندي. جڏهن سڀ ماڻهو پورهيو ڪندا ته زمين ۽ ڪارخانن جي پيداوار نفعي خاطر نه ڪئي ويندي، پر انسانن جي ضرورتن ۽ سکن لاءِ. هڪڙي ڳالهه بي نه آهي ته پيداوار وڌڻ واسطي امن امان هجڻ ضروري آهي، ان ڪري دنيا ۾ جنگ جو خاتمو آندو وڃي."

رستي تي هڪ هنڌ، هڪڙي هوٽل وٽ بن ٽن ماڻهن بس کي بيهارڻ جو اشارو ڏنو. بس بيهي رهي. هنن دوستن جي گفتگوءَ کي به چڻ بريڪ لڳي وئي ۽ هو ماٺ ٿي ويا. هنن جي پٺيان هڪ وچڙي عمر وارو ڳهرتالو ويٺو هو. هو شايد سوال پڇڻ جي تـڙ ۾ هو. هنن کي چپ ڪندو ڏسي هڪدم پڇيائين:

"پاڻ! هي ڪهڙي ملڪ جون پيا ڳالهيون ڪريو؟"

ٻنهي دوستن پوئتي نهاريو. هڪ دوست مرڪندي ورائيو:

"دنيا جي ڪنهن به ملڪ جون، دنيا جي هرملڪ جون."

"چا اسان جي ملڪ جون به؟"

"ها، چو نه! سنڌ جي سڪار جون ۽ سڀ عالم جي آباد ٿيڻ جون ڳالهيون."

"پوءِ ته انهن ڳالهين اسان کي ججهي خوشي ڏني."
وڇڙلي عمر واري ڳوڙهائي مرڪندي چيو.
ٻنهي دوستن ۽ پروارن مسافرن پڻ مرڪي ڏنو.

(٣- جولاءِ ١٩٨٦)

* *

# ڪئنسيٽ انقلاب

اڄ ٻلاول اخبارون وٺڻ ٻه جلدي ويس، ورتائين ٻه سڀ اخبارون ۽ اخبارن کي اٿلايائين پٿلايائين ٻه ڏاڍو پر پنهنجي پارٽيءَ جي اخبار ڪانسواءِ ٻي ڪنهن ٻه اخبار هنجي پارٽيءَ جي ڪلهوڪي جلوس، جلسي، جوش ۽ جذبي جي خبر تفصيل سان يا ڏيان ڇڪائيندڙ نموني نه ڏني هئي. ڪن ته اها خبر مرڳو ڏني ئي ڪانه هئي.

هن کي ان جلوس ۽ جلسي ۾ ماڻهن جي ڏيکاريل جوش ۽ جذبي نئون اتساهه ڏنو هو ۽ اميد پيدا ڪئي هئي. هن چاهيو ٿي ته اها ڪاروائي ۽ اهي تقريرون ديس جي گهر گهر تائين پهچن. هن کي ياد آيو ته ٻه هفتا اڳ هن ساڳي شهر ۾ سرڪاري سياسي پارٽيءَ جلسو ڪيو هو، ان ۾ حصو وٺندڙ ماڻهن جو ڳاڻاٽو اسانجي پيٽ ۾ چوڏهين پتي ٻه ڪونه هو، ته ٻه اخبارن اهي خبرون شد مد سان شايع ڪيون، ۽ جلسي ۽ جلوس جي تصويرن سان ڀريون صفحو ڀري ڇڏيو. نه رڳو ايترو پر ريڊيو وارن انهن تقريرن جا رڪارڊ ٻڌايا ۽ پوءِ ٻي ڏينهن انهن تقريرن تي ملڪ جي سرڪاري دانشورن تبصرا پڻ ڪيا. اهڙي طرح ٽي-ويءَ ان جلوس ۽ جلسي جون فلمون ڏيکاريون ۽ تبصرن جو انتظام ڪيو، جيتوڻيڪ انهن تقريرن جو مواد پراڻو، روايتي ۽ رجعت پرست هو.

بلاول ڪالهہ سانجهيءَ کان وٺي اڄ تائين ريڊيو ٻڌندو ۽ ٽي - وي ڏسندو رهيو هو، پر ملڪي خبرن ۾ تہ ڇهيو تہ وارين خبرن ۾ بہ هن جي پارٽيءَ جي ڪارڪردگيءَ جي خبر نہ ڏني وئي.

هنکي ياد وئي وئي. حڪومت کي ڪجهہ تہ غيرجانبدار هئڻ گهرجي. هيءَ حڪومت تہ پاڻ کي انقلابي ۽ سوشلزم جو علمبردار ٿي سڏائي. اسانجي هن جلسي وارين تقريرون ڪيڏيون نہ انقلابي هيون، قومي ۽ طبقاتي هيون، قومي ۽ طبقاتي جاکوڙ لاءِ عملي قدمن جي چٽائي ڪئي وئي هئي. اهي تقريرون تہ هر شهر، هر ڳوٺ، هر واهڻ، هر وسندي، هر پورهيت ۽ هر هاريءَ تائين پهچڻ کپن. ان مقصد لاءِ سڌ ٻڌ جا ذريعا فقط ريڊيو ۽ ٽيليويزن آهن، جي اسانجا هوندي بہ، هن طبقاتي سماج ۾ اسانجي پهچ کان ٻاهر آهن.

هنکي ياد اچي ٿو تہ ڪيئي سال اڳ جڏهن هو شاگرد هو، تڏهن هو پنهنجن ڪن سائين سان گڏجي هڪڙو ماهوار پمفليٽ ڪيندو هو. ان ۾ هڪڙي آفيس جو هڪڙو ملازم سندن مددگار هوندو هو ۽ هو مخفي طرح ڪن ماڻهن تائين اهو پهچائيندا هئا. هن سوچيو تہ ليڪن اسي سال اڳ اها ترڪيب استعمال ڪئي هئي، هاڻي تہ سائنسي ترقيءَ جو فائدو وٺي اسانکي ڪو اهڙو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي جو وڏيڪ تڪڙو، وڌيڪ اثرائتو ۽ وڏي پيماني تي هجي. سامراج خلاف وڙهندڙ ڪي پيڙيل قومون

تہ پنهنجيون ڳجهيون ريڊيو اسٽيشنون لڳائينديون آهن.

اسانجي پارٽيءَ وارن هيڏا جيل ڪاٽيا آهن، هيڏيون قربانيون ڏنيون آهن، پر قومي سطح تي عملي هلچل ھلائڻ تہ ٺهيو پر ذهني مجاڳي پيدا ڪرڻ ۾ بہ ڪو گهڻو اڳتي وڌي ڪونہ سگهيا آهيون. پيو تہ ٺهيو پر جن تائين اسان پنهنجو پيغام پهچائڻ چاهيون ٿا يعني ڳوٺاڻا، پهراڙيءَ وارا، ڪڙمي ڪاسبي ۽ هاري، تن تائين بہ اسان پنهنجو پيغام پهچائي ڪونہ سگهيا آهيون. ڇويهين مارچ تي جڏهن پوليس بي‌هٿيار شاگردن تي خوني هٿيارن سان حملو ڪيو، تڏهن مان بہ رتورت ٿي پيس ۽ پڄندي پڄندي پنهنجي ساٿين وانگر قلعي ۾ لڪي ڪونہ ۽ تري جان بچايم. ان ڪان پوءِ منهنجي اندر ۾ نفرت جو ڪو رو پرڻ لڳو. مان شاگرديءَ جي زماني ۾ پنج سال جيل جون عقوبتون برداشت ڪيون. پڙهي بہ ڪونہ سگهيس، جو مونکي رسٽيڪيٽ ڪيو ويو. مان ويڙهو سکيا بہ وٺي چڪو آهيان، مان رڳو اڪيلو نہ آهيان پر سوين هزارين همروطنين قربانيون ڏنيون آهن ۽ ڪيترن پنهنجي جان بہ ڏئي ڇڏي. ان هوندي بہ اسين پنهنجي تحريڪ ۾ ڪيترو اڳتي وڌيا آهيون؟ مايوسيءَ ڪان بچڻ خاطر يا پاڻ کي آٿت ڏيڻ لاءِ ڪٿي چئجي تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ٿيو آهي، پر ان حقيقت کان ڪنڌ ڪيرائي نہ ٿو سگهجي تہ ان معاملي ۾ اسانجي رفتار بانبڙا پائڻ واري رهي آهي. هو ڪالهوڪي تقريرن جا ڪئسيٽ پنهنجي دوست دڪاندار وٽان ڪڻي ويو. اتي ويٺو رهيو. ڪچهري ڪندي ڪئسيٽ

واري دڪاندار دوست کان پڇيائين: ”يار، ڏي خبر اڄ ڪالھ سنڌي ڳائڻن ۾ ڪير ڏيو زور وٺي؟“

”جلال چانڊيو سڀني کان زور آهي، عابده پروين، مائي ڀاڳي ۽ چاڪر چانڊيو به چڱو هلن ٿا، پر ماڻهو جلال چانڊيي جا ڪئسيٽ وڌيڪ ٿا وٺن.“

”جلال چانڊيو ريڊئي ۽ ٽي- وي ۾ تي ايترو ڪونه ٻڌجي!“

”اهائي تہ مزي جي ڳالھ آهي. ريڊئي ۽ ٽي- وي ۾ وارا تہ پنهنجي مرضيءَ تي فنڪارن کي ڪٺندا آهن، ان ۾ فن ۽ لياقت جو هرو ڀرو دخل نہ هوندو آهي. ڀيا محروم رهجيو وڃن. جلال چانڊيو بہ اهڙن مان هو، پوءِ ڪنهن کي خيال آيو ۽ مڙسي ڪري وٺي هن جا ڪئسيٽ ڀرايائين. ماڻهن جو هنجو راڳ ٻڌو سو اصل مست ٿي پيا ۽ جلال چانڊيي جا ڪئسيٽ ڌڙاڌڙ ڀرجڻ ۽ وڪامڻ لڳا ۽ اهڙي طرح ريڊئي ۽ ٽي- وي ۾ جي سهاري کان سواءِ جلال جو راڳ ۽ آواز گھر گھر پهچي ويو.“

”سچي!“ بلاول جون اکيون روشن ٿي ويون.

”ها، اهڙيءَ طرح ٻيا سنڌي ڳائڻا جيڪي ڪئسيٽن ذريعي مشهور ٿيا ۽ جن جا ڪئسيٽ چڱا ڀيا وڪامن سي آهن: هاشم ڀيل، وڪيو ڀيل، لونگ ڀيل، زينت بانو سولنگي، بيگم فقير ياڻي، خان محمد شيخ، محمد هاشم شيخ ۽ رسول بخش ابڙو.“ دڪاندار خانن ۾ رکيل ڪئسيٽن ڏانهن نهاريندي ٻڌائيندو ويو.

"جيئي جيئي...." بلاول نعرو هنيو.

دڪاندار آيل گراهڪ سان منهن ڏيڻ ۾ مصروف ٿي ويو. رستي تي گاڏين جي بيحد پيڙ هئي. انهن جي هارنن ۽ انجڻين جو ڪن ڪائيندڙ شور هو. انهن ڪئسيٽن جو آواز به ڏاڍو بلند هو، جي دڪاندار پنهنجي گراهڪ کي وڄائي ڏيکاري رهيو هو. بلاول ماٺ ٿي ويو. هو آسپاس کان ڪٽجي پنهنجي ذهن جي دنيا ۾ مگن ٿي ويو هو ۽ اڏرندو ٿي ويو پنهنجي ديس جي فضائن ۾. هن جا ڪن ڪڙا ٿي ويا هئا ۽ ٻڌائون ٿي پنهنجي ديس جي فضائن ۾ ڍريل ڪئسيٽن مان نڪتل انقلابي گيتن جا سر، قومي ڪهاڻين جا پڙاڏا، انقلابي اڳواڻن: ڪئبرال، ڪاسترو، چي گويرا، هوچي من، جارج حبش، ياسر عرفات ۽ ڏيهي سورمن جي انقلابي تقريرن جي گونج .....

دڪاندار دوست واندو ٿي پڇيو، "ها سائين، پيو ڇا؟"

"هاڻي ٻڌائو، جيئن تہ توهان ان ڪارو بار سان ڳنڍيل آهيو، مونکي ٻڌايو تہ هڪڙي ڪئسيٽ جو آواز ٻين ڪئسيٽن ۾ رڪارڊ ڪرڻ جي مشين Duplicator جي قيمت ڪيتري آهي؟" بلاول پڇيو.

"ننڍي مشين جي ڇهہ هزار کن آهي ۽ وڏي مشين پنجاهہ هزار کن ڪائيندي، جنهن ۾ اهو ڪم تمام تڪڙو ۽ وڏي پيماني تي ڪري سگهجي ٿو."

"تنهنجي هنن ڳالهين تہ منهنجي لاءِ نيون راهون کولي ڇڏيون آهن. سارو معاملو آهي ٽي-وي.ءَ جي ڪئسيٽن

جو، جن کي ويڊيو ڪئسيٽ چئجي ٿو. هندستاني فلمن تي بندش آهي ته ماڻهو انهن فلمن جا ويڊيو ڪئسيٽ هٿ ڪيو پنهنجن گهرن ۽ خانگي جڳهين ۾ وي-سي-آر تي اهي فلمون پيا ڏسن.“

”سائين، ماڻهو ته پنهنجن گهرن ۾ وي-سي-آر تي انگريزي غير سينسر ٿيل ۽ بلو ننگيون فلمون پيا ڏسن.“

”اهي ته سرمائيدار ۽ وڏيري طبقي وارن جا ڪم آهن. اسين وي-سي-آر کي عوامي ڪارج لاءِ ڪتب آڻينداسين. ائين برابر آهي ته ٽي-وي ۽ وي-سي-آر اهڙا مهانگا آهن جو غريب طبقو خريد ڪري نه ٿو سگهي، پر اسين پارٽيءَ طرفان ڪجهه سيٽ وٺي عام ميڙ ڪري اتي پنهنجون ڳاهيل نظرياتي فلمون ڏيکاري سگهون ٿا.“

”موويءَ ڪئميرا ذريعي ويڊيو ڪئسيٽ ۾ فلم ڀري سگهجي ٿي.“ دڪاندار دوست چيو.

”اچ منهنجي ذهن نوان نوان نتيجا ڪڍيا آهن. سڌ ٻڌ جي ذريعن تي سرڪاري پارٽي ۽ حڪمران اڳواڻن جي هڪ هٽيءَ جي باوجود اسين سڌ ٻڌ جا عوامي ۽ قومي ذريعا بنائي سگهون ٿا، اسين پنهنجي قومي ۽ عوامي ڳائڻن جي راڳ جا، پنهنجي قومي اڳواڻن جي تقريرن جا، پنهنجي ترقي پسند دانشورن جي لکڻين جا ۽ دنيا جي انقلابي اڳواڻن جي نظرياتي گفتن جي ترجمن جا هزارن لکن جي تعداد ۾ ڪئسيٽ ڀري پنهنجي ديس جي ڪنڊڪڙڇ ۾ پهچائينداسين ۽ پوءِ اسان جا ديسواسي انهن ڪئسيٽن کي

اهڙي شوق ۽ ڏيان سان ٻڌندا جيئن هن وقت ماڻهو پنهنجي فلمي گانن کي ڇڏي هندستاني فلمي گانا ٻڌندا آهن ۽ پنهنجون فلمون نظرانداز ڪري، هندستاني فلمون ڏسندا آهن. پارٽيءَ جي ڪن ڪارڪنن ۽ ساٿين وٽ پنهنجا ٽيپ رڪارڊ هوندا ۽ ڪن کي پارٽيءَ طرفان وٺي ڏيا. هو اسانجا تيار ڪرايل ڪئسيٽ. جن کي مان قومي ڪئسيٽ چوندس، سي ڪٺي شهرن توڙي ڳوٺن ۾ نڪري پوندا ۽ ڪچهري ۾ ماڻهن جي ڏهي يا سؤ ماڻهن جي، انهن کي هو اهي ڪئسيٽ ٻڌائيندا رهندا. ان ريت اسين ڪئسيٽن جي سرن سان قومي پرچار جو قلعو اڏي سگهنداسين. ساڳئي نموني اسين پنهنجي جلسن ۽ جلوسن جا وڊيو ڪئسيٽ پرينداسين، پنهنجي ٻوليءَ جي ڊرامن جا وڊيو ڪئسيٽ پرينداسين، دنيا جي قومي تحريڪن ۽ گوريلا جنگين جا وڊيو ڪئسيٽ هٿ ڪنداسين ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي وي-سي-آر تي عوام کي ڏيکارينداسين. ڪم شروع ڪرڻ واسطي ٻه وي-سي-آر جا سيٽ به ڪافي ٿيندا."

"ڪهڙن خوابن ۾ پئجي وئين؟" دڪاندار هنجي ڌ ڳهي تقرير کان ڪڪ ٿيندي چيو.

"قومي ڪارڪن خواب ضرور ڏسندو آهي، پر انهن خوابن کي خواب سمجهي ڇڏي نه ڏيندو آهي. هو انهن خوابن کي ساڀيا بڻائڻ خاطر پاڻ پتوڙيندو آهي." بلاول ورائيو.

بلاول پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري هو. اتي ئي ويهي،

دڪاندار دوست کان انگ اکر پڇي خرچ پکي جو حساب ڪتاب ڏاهيائين ۽ ڪارو باري ڪاميٽيءَ جي ايندڙ ميٽنگ ۾ پيش ڪرڻ واسطي ٺهرائي لکيائين.

قطار ۾ رکيل ڪئسيٽن مان ڪن تي ڳائڻين يا ڳائڻن جون سهڻيون سورتون ڏنل هيون ۽ ڪن تي ولايتي عورتن جا اڌ اگهاڙا فوٽو. ڪن ڳائڻين جون فريم ٿيل دلڪش تصويرون بہ ٽنگيل هيون. اٿڻ وقت، بلاول، دڪاندار دوست کي چيو:

”اهو وقت جلد ايندو جو تون پنهنجو هي دڪان قومي اڳواڻن جي تصويرن وارن ڪئسيٽن ۽ انهن جي فريم ٿيل فوٽن سان سينگاريندين.“

* * *

رات جا اٺ ٿيا آهن. هڪ ڳوٺ جو هڪ خالي ميدان آهي، جنهن جي چوڌاري اوڏڪي پٽ ڏنل آهي. پٽ تي تڏا، ڳوڻيون ۽ پراڻا گلم وڇايل آهن. ماڻهو ايندا انهن تي وهندا ٿا وڃن. پنج سؤ کن ڄڻا ٿي ويا آهن. ڪي ننڍيون ننڍيون ٽوليون ڏاهيو ڪچهري ڪري رهيا آهن. هڪ پاسي کان ميز رکيل آهي، جنهن تي بلاول ۽ سندس بہ ساٿي ٽي-وي ۽ وي-سي-آر ٺيڪ ڪري رهيا آهن. پر واري دڪان کان بجليءَ جو ڪنيڪشن ورتو ويو آهي.

ڪي وڏي دلچسپي ۽ عقلمنديءَ جي نگاهن سان هنن ٽن نوجوانن کي ڪم ڪندي ڏسي رهيا آهن. هنن ڏٺو آهي تہ گڏريل پڻ ڏينهن ۾ هنن نوجوانن ڪيڏي نہ سچائي ۽

جذبي سان ڪم ڪيو آهي. هو هن ڳوٺ ۾ آسپاس وارن واهڻن ۾، اوطاقن، ڀنڀن، ديرن، منهن ۽ لانڍين ۾ ويا آهن ۽ اتي ماڻهن کي ڪٺو ڪري، ڪچهري ڪئي اٿن ۽ ٽيپ رڪارڊ تي پنهنجي ڌرتيءَ جا گيت ۽ انقلابي تقريرون ٻڌايون اٿن، جن ٻڌندڙن کي بنيادي تبديليءَ جي سوچ ڏني آهي، پنهنجي حقن کان آگاهه ڪيو آهي ۽ پنهنجي قوتن جو احساس ڏياريو آهي ۽ انهن حقن حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجن انهن قوتن سان لڙڻ جو سڏ ڏنو آهي، جذبو جاڳايو آهي ۽ ايام پيدا ڪئي آهي.

ڪم پورو ڪري، ٻلاول ماڻهن ڏي مهڙ ڪري بيهي ٿو ۽ هٿ مٿي ڪٺي ماڻهن کي مات ڪرڻ لاءِ چوي ٿو. هو پنهنجي تقرير ۾ پنهنجي پارٽيءَ جي مقصدن تي روشني وجهي ٿو. تقرير پوري ڪرڻ کانپوءِ هو فلمن ڏيکارڻ شروع ڪري ٿو. پهرين فلم پارٽيءَ جي ڪيل هڪ وڏي جاسي، جلوس ۽ مظاهري جي آهي، ٻي فلم فلسطين جي گوريلا تنظيم جي باري ۾ آهي. ٽين فلم انگولا جي قومي آزاديءَ جي هلچل بابت. فلم هلندي ماڻهو ڪڏهن نعرا هڻن ٿا، ڪڏهن تاڙيون وڄائن ٿا، ڪڏهن هوڪرا ڪن ٿا ۽ ڪڏهن ٻيهڪ ڪن ٿا ..... جڏهن فلم ۾ قومي اڳواڻ تقرير ڪرڻ لاءِ اٿي ٿو ته هو زور سان يڪ آواز نعرو هڻن ٿا: ”جيئي، جيئي!“ جڏهن هن چيو ته اسان پنهنجا قومي حق حاصل ڪرڻ لاءِ دنيا جي انقلابي قوتن واري راهه اختيار ڪندا سين ته هو تاڙين جو ٺهڪو لڳائي ڏين ٿا.

جڏهن فلم ۾ هو جمالو ڳائيندي ڏيکاريو وڃي ٿو، تڏهن سڀئي ان لئه تي تاڙيون وڄائيندا رهن ٿا ۽ سر ۾ سر ونائن ٿا. فلسطيني فلم ۾ جڏهن هڪ يهودي سپاهي هڪ فلسطينيءَ کي وڻ سان ٻڌي ڦٽڪا هڻي ٿو ۽ لوهه جي تتل سيخ سان ڏنڀ ڏئي ٿو ته ڏسندڙ هوڪرا ڪن ٿا : ”ڪلا ڏي ڪو ٻلا.. ٽڪرن ۾ ڄمنئي ڪتا....“

جڏهن فلسطيني گوريلا يهودين جي هڪ باروتخاني کي ڌماڪي سان اڏائن ٿا ته ڏسندڙ رڙ ڪن ٿا: ”شاباس مجاهدو!“

انگولا جي فلم ۾ جڏهن هڪ گورو يورپين پوليس آفيسر هڪڙي شيدي گوريلي کي اگهاڙو اونڌو ٽنگي، ڇهبڪ هڻي رتورت ڪري ٿو ڇڏي ۽ پوءِ ٻه ڪتا هن تي ڇڏي ٿو، جي هنجو ماس پٽڻ لڳن ٿا، ته ڏسندڙ ”لعنت، لعنت“ چون ٿا.

جڏهن پهاڙن ۾ لڪل شيدي گوريلا رستي تي لنگهندڙ گورن سپاهين سان ڀريل ٽرڪ تي حملو ڪن ٿا ته ڏسندڙ زور زور سان رڙيون ڪن ٿا: ”ماريو ماريو حرامين کي، سرنهن جيڏا داڻا بڻايو ظالمن کي....“

بلاول ماڻهن جي روش کي غور ۽ اتساهه سان ڏسي رهيو آهي.

(۲۹- مارچ ۱۹۸۱)

***

# گندگي

اخبارن جي "ڪراچي، دنيا ۾ گندي ۾ گندو شهر آهي." واري خبر منهنجي سيني ۾ ٻرڇي ٿي لڳي. ڪراچي، سنڌ جي سرير جو اهم ۽ اثرت حصو آهي. ان جي خسيس گهٽتائي به گهاءَ ڪيو ڇڏي. اسين پنهنجي سنڌ کي، پنهنجي ڪراچيءَ کي هر گندگيءَ کان صاف ڪرڻ خاطر پنهنجو ست ۽ رت ڏيڻ کان ڪڏهن به ڪين ڪيٻائينداسين.

پر منهنجي دل گندگيءَ واري ڳالهه نه ٿي مڃي. مونکي اهو وقت ياد آيو، جڏهن مان پهرين پهرين، ڪراچيءَ جي قرب ۽ سونهن ڀري گود ۾ پهتو هوس.

پاڪستان کان ڪجهه سال اڳ، بابو سائين پنهنجي ڪم سان ڪراچيءَ ٿي ويو. منهنجي اتگل ڪرڻ تي مونکي به ساڻ وٺي ويو. منهنجي لاءِ ته ڪراچي سپنن جو سمنڊ ثابت ٿي. هر شيءِ ڏسي عجب مان اکيون ڦاٽي ٿي ويم. وڏي ڳالهه ته اتي جي نه رڳو ماڻهن جي هلت چلت ۽ پوشاڪون ڏسي حيرت وٺي ٿي ويم، پر بابي سائينءَ جي واقفڪارن ۽ انهن واقفڪارن جي واقفڪارن ايڏي ته حب ۽ قرب جو وهنوار ڪيو، جو مونکي محسوس ٿيو ته پنهنجائي آهي ئي هن شهر ۾، ۽ پنهنجو شهر آهي ئي هي ئي.

اسان جي ڳوٺ جا ڪيترا واٽيا هن شهر ۾ وڻج ڪندا

هئا. انهن مان گهڻا وڏا وڏا دولتمند بڻجي ويا هئا. پر هنن ۾ سڪ، نهٺائي، مهمانوازي، پنهنجائي ۽ عزت ڏيڻ جهڙيون جي خصلتون هيون، سي زماني فقط سنڌين جي سياڻي ۾ سمايون آهن.

اسين سيٺ هاسا نند وٽ وڃي ٽڪيا هئاسين. هو گهوٽ جي مائٽن کي ڏسي خوشيءَ وچان ٽڙي پيو، ۽ اسان جو آدر ڀاءُ ڪندي، لطيف سائينءَ جا ڪيترائي بيت پڙهي ويو.

بابي سائينءَ مونکي ڪراچيءَ ڏانهن ايندي ٻڌايو هو ۽ هن سيٺ به مونکي ٻار ڏسي ٻڌايو ته "پٽ، اسان جي ڪراچي، سڄي ايشيا ۾ سهڻي ۾ سهڻو شهر آهي ۽ ان سان صفائي سٿرائيءَ ۾ دنيا جو ڪو به شهر ڪلهو هڻي نه ٿو سگهي."

مونکي ياد آهي ته هي سيٺ، جڏهن به سنڌ يا ڪراچيءَ جو نالو وٺندو هو ته "اسان جي سنڌ" ۽ "اسان جي ڪراچي" چوندو هو، ۽ ان وقت هن جي چهري تي عقيدت جا گل ٽڙي پوندا هئا، فخر کان هن جو ڳاٽ ڪابلي ٻير وانگر اوچو ٿي ويندو هو.

پوءِ هن سيٺ اسان کي شهر جون سڀ سڦيون سڦيون، سهڻيون سهڻيون، عجيب عجيب جڳهيون ڏيکاريون. جتي به وياسون، جنهن سان به ملياسون: دڪاندار، هندو، مسلمان، ڪرستان، پارسي، مڪراني، سڀني سنڌيءَ ۾ پئي ڳالهايو ۽ اها ٻولي ڳالهائيندي، هنن جي اندر جو سڄو حسن، هنن جي چپن، نيڻن ۽ چهري تي ڇلڪي ٿي آئيو. هو ان زمين جي ٻولي ڳالهائڻ تي فخر محسوس ڪري رهيا هئا، جنهن

زمين هنن کي اجهو ۽ پناهه ڏني هئي.

سيٺ هاسا نند، اسان کي پڻ ٻه ڳرٽ وارن وٽي ويندو هو. اسانجي پهچڻ ڌي هنن وٽ جڻ عيد ٿي ويندي هئي. اسان کي ويهارڻ لاءِ جڳهه ڪانه ملندي هئي. هو اسان کي پنهنجي جيءَ ۾ جاءِ ڏيڻ چاهيندا هئا، اسان جي خدمت چاڪري ڪندي ڪٿا نه رچندا هئا، اسان لاءِ مسڪراهٽن جا غاليچا وڇائيندا هئا، اسان لاءِ قرب جون ڪرسيون کوليندا هئا، اسان لاءِ محبت جو موڙا سجائيندا هئا، اسان لاءِ سڪ جون صندليون رکندا هئا. ڪائڻ لاءِ قسمين قسمين ميوا ۽ مٺايون آڻي موجود ڪندا هئا.

پوءِ ته جئن جئن پڻ ڳوٺاين تائين اسان جي اچڻ جو سماچار پهچندو هو، ته هو به اچي اسان وٽ سهڙبا هئا، ۽ هزارين خوشامديون ڪندا هئا ۽ دعوتون ڏيندا هئا، جڻ ته ڪنهن وڏي درگاهه وارا پير بنجي ويا هئاسون. انهن ڳوٺاين ۾ ڪي هندو هئا، ڪي مسلمان، ڪي غريب نوڪر ۽ ملازمن جي حيثيت وارا پڻ هئا. پر انهن به سا ڳيو قرب، سڪ ۽ پنهنجائي ڏيکاري.

دعوتون ڪٽڻ واريون ڪونه هيون ۽ قيامت تائين اهڙي اميد ڪانه هئي. پر اسان کي نيٺ واپس وڃڻو هو.

اسان کي اتي ڪجهه به خرچ ڪرڻ نه ڏنو ويو. ڳوٺاين پنهنجي ئي خرچ تي اسان کي رهايو، ڪارايو، پياريو، ۽ گهمايو. پڇاڙيءَ ۾ ڪيترين سو ڪڙيون پا ڪڙيون به ڏنئون ۽ ٽڪيٽ وٺي ريل ۾ وهارئون.

هنن سوغاتن جو سبب اهو به هو ته بابو سائين ماستر
هو ۽ هنن ڳوٺاڻن مان ڪيترن جو يا سندن ٻارن جو استاد
ٿي رهيو هو.

بابو جنهن ڪم سان هليو هو، سو به سولائيءَ سان
آفيس مان بنا اينگهه ۽ بنا رشوت ڏيڻ جي ٿي ويو.

مان نه رڳو ڪراچيءَ جي صفائي ۽ سونهن جي يادگيرين
۾ لڙهندو اتان نڪس، پر اتي جي ساٿين جي سهڻي وهنوار
جا گيت پڻ ڳائيندو هلس.

* * *

پوءِ ڪيترائي سال، ڪيتريون ئي صديون، منهنجي دل
۽ دماغ جي آڪاس تي، هنن ساٿيهه وارن جي سک، سچائي
۽ سنڌيت سندا ٽيڙو ٽمڪندا رهيا.

* * *

اڄ ان ڪراچيءَ جي باري ۾ بدڪلامي (حالي مان
ان کي بدڪلامي ئي ڪري سگهندس) پڙهي، مونکي دلي صدمو
رسيو آهي، منهنجي سنڀارن ۾ سيلهه ڇپيا آهن، منهنجي جذبن
۾ جهير پيا آهن، منهنجي احساسن کي ڏنب لڳا آهن.

آمريڪا ته سڌريل ۽ شاهوڪار ملڪ آهي. پر مون
خود آمريڪي رسالن ۽ آمريڪي ناولن ۾ پڙهيو آهي ته
نيويارڪ ۽ شڪاگو جهڙن شاندار شهرن ۾ به ڪي پاڙا
(خاص ڪري جتي شيدي رهن ٿا) اهڙا گندا آهن، جي
انسانن جي رهڻ لائق به ڪونه آهن. انهن ۽ ٻين وڏن شهرن
۾ گند جي ڍيرن، موٽرن ۽ لارين جي دم گهٽيندڙ دونهين،

ڪارخانن جي ڪچري ۽ رڪيل گندي ۽ ڪني پاڻيءَ جي ڪسين جي بدبوءِ اهڙيون بيماريون ۽ مسئلا پيدا ڪيا، جو ڪجهه ورهين کان ماحولي سائنس Exvironment وجود ۾ آئي آهي؛ جنهن جو مطلب آهي ته ماحول جي گندگيءَ کان ڪيئن ڇوٽڪارو حاصل ڪجي؟

مونکي ياد آهي ته جڏهن مان پهرين ڀيري لاهور وڃي رهيو هوس، ۽ گاڏي اسٽيشن کي ويجهو ٿي رهي هئي، ان رات ڏاڍو مينهن وسيو هو. مون ڏٺو ته ريل جي ڪاهي پاسي سان لاڳيتو وارو لاهور ڏاڍو گندو هو. اتي ٻنگين، ميهارن ۽ مال وارن جا وڏاڻ، جهوپڙيون، ڪچا گهر، ڪچا رستا، ڪني پاڻيءَ جون ڪسيون ۽ گٽر جي پاڻيءَ جا ڪليل تلاءَ هئا. برسات پوڻ ڪري اتي ايتري گندگي نظر اچي رهي هئي، جو لاهور بابت منهنجو پهريون اثر اهو ئي هو ته هي ته ڏاڍو گندو شهر آهي.

* * *

پوءِ پلا رکو ڪراچيءَ کي ڇو لويو ويو؟

مان اهو سمجهڻ لاءِ ڪراچيءَ جو خاص چڪر ڏيڻ ويس. پورا ٻه ڏينهن، صبح کان سانجهيءَ تائين، سانجهيءَ کان سوبهڻيءَ تائين، شهر گهمندو ۽ ڏسندو رهيس.

مون ڏٺو ته هينئر واري ڪراچي، پاڪستان کان اڳ واري ڪراچيءَ کان وڌيڪ صاف، وڌيڪ سهڻي ۽ وڌيڪ ترقيءَ تي هئي. شهر جو شان ۽ سونهن، ڏيک ۽ اڏاوتون اڳيئين کان وڌيل هيون، گهٽو گهٽ وڌيل. وڏا ۽ وبڪرا

رستا، جن تي سارڪ ۽ ڪان جي جهرمر هئي ۽ خوبصورت وڻ جهولي رهيا هئا، اوچيون اوچيون ۽ نئين ڍنگ تي اڏيل عمارتون، شاندار سئنيمائون ۽ حسين هوٽلون، نيئن نار رنگ-برنگي بجليءَ جون روشنايون، دلفريب باغيچا ۽ وندر جون جڳهيون، سنڌي سمنڊ جي ڪناري تي نرمل نظارا، ڏکڻين ڏکڻين بزارين جا وڏا ويڪرا ۽ خوبصورت دڪان، رستن تي سهڻين سهڻيڻ موٽرن جو سمنڊ....

باقي ڪنا پاڙا ۽ گناديون گليون، دنيا جي هر وڏي شهر وانگر ڪراچيءَ ۾ به آهن.

مان سومهڻيءَ جو هنڌ تي ليٽندي ليٽندي، ڪراچيءَ کي گندي ۾ گندو شهر ڪوٺڻ جي ڪارڻ تي سوچيندو رهيس.

ڪراچيءَ جي سڄائي صفائيءَ جو بيان ڪري چڪو آهيان. پرهنن ڏينهن ۾ مون جيڪي ڏٺو، ٻڌو ۽ سوچيو، يا ڪم ڪار يا خريد فروخت جي سلسلي ۾ هتي جي رهاڪن سان لهه وچڙ ۾ آيس، يا ڪراچيءَ وارن پنهنجن دوستن کان ڪراچيءَ ۾ آيل پناهگيرن جي هلت چلت ۽ اخلاق ۽ ڪردار جي باري ۾ ٻڌم، انهن ڳالهين ۽ چيزن مان ڪراچيءَ جي اصل ”گندگي“ ڳولڻ جي ڪوشش ڪيم.

مونکي ٽوال کپندو هو. هڪڙي نئين آيل جي دڪان تي چڙهي وياسين. هن قيمت ڏهه رپيا ٻڌائي. مونکي قيمت تمام وڌيڪ نظر آئي. منهنجي ساٿي دوست چيو تہ جنهن به دڪان تي هلبو، ايترا ئي ڏوڪڙ ڏيڻا پوندا. سو وٺڻ

ضرور آهي ته ماڻ ڪري وٺ. پوءِ هن حساب ڪري ٻڌايو ته ان ٺوال تي ڪل لاڳت ٽن رپين کان وڌيڪ ناهي. باقي هنن دڪاندارن جو نفعو آهي. مونکي ياد اچي ويو ته جڏهن پاڪستان ٺهيو هو، تڏهن مان ڪراچيءَ ۾ پڙهندو هوس. هتي آيل دهليءَ وارن فوٽ پاٿن تي قبضو ڪري اچي دڪان ڪيا هئا. بوٽ وٺڻ ويندا هئاسين ته پسند ڪيل بوٽ جا هڪدم ۲۵ رپيا ملهه ٻڌائيندا هئا. پوءِ سوديبازي ڪرڻ، ريڙهه پيڙهه ڪرڻ يا دڪان ڇڏڻ تي ساڳيو بوٽ فقط پنجن رپين ۾ ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويندا هئا. "دهليءَ جا ٺڳ" اسان ننڍي هوندي کان ٻڌندا آيا هئاسين، پر ڏٺاسين اجهو ان طرح، جيئرا جاڳندا.

پاڪستان کان اڳ، هتي جا سنڌي هندو رپئي تي ٽڪو يا آنو نفعو رکندا هئا ته هنن کي نفعي خور ۽ قورو چئي، ڌڪاريو ويندو هو. پر هي پاڪستاني مسلمان ته ٽن رپين تي ست رپيا نفعو رکن ٿا ۽ پنجين رپئي جي بوٽ جو ملهه ۲۵ رپيا ٻڌائن ٿا، انهن لاءِ اسان جي دل ۾ ڪهڙا جذبا پيدا ٿيندا؟

* * *

مونکي پنهنجي ڳوٺائي سيٺ هاسا نند جي چوماڙ عمارت ڏسڻ جو شوق ٿيو ته ڏسان وڃي ته هن وقت ڪنهن جي هٿ ۾ آهي ۽ ڪهڙي حال ۾ آهي. سيٺ پاڻ ته هندستان هليو ويو هو.

منهنجو دوست مون سان گڏ هو. ان عمارت جو مالڪ

هاڻي بندو خان هو. منهنجو دوست هن جي اصل نسل کان واقف ٿي چڪو هو. حقيقت هيءَ هئي تہ بندو خان وٽ هندستان ۾ پنجن هزارن جي ملڪيت بہ ڪانہ هئي، پر هن هتي پنجن لکن جو ڪليم وڌو ۽ اهو قبول ڪيو ويو. ان جي قيمت ۾ هن کي نہ رڳو هيءَ سيٺ هاسا نند جي ويهن لکن واري عمارت ملي پر اسان جي ڳوٺ پرسان هڪ ٻئي هندو سيٺ جي هڪ سؤ ايڪڙ زمين بہ ملي. هن عمارت جو قبضو ملڻ ڪانپوءِ، بندو خان انهن سنڌي رهاڪن کي ان جي گهرن مان ڪڍي ڇڏيو، جي ورهين کان وٺي مسواڙ تي ويٺل هئا، ۽ انهن سنڌين کان ان عمارت مان دڪان خالي ڪرايا، جن جو اهي دڪان روزگار جو ذريعو هئا. هن کي جا زمين ملي هئي سا اسان جي ڳوٺ ۾ هئي. هندستان ۾ تہ هن کي زمين جو هڪ گز بہ ڪونہ هو ۽ نہ فصل يا کيتيءَ جي ڪا ڄاڻ هئس. هو سال ۾ فقط ٻہ دفعا ٻنئي ڪرڻ ايندو هو ۽ هارين جي محنت جو وڏو حصو ڪٽائي ويندو هو. حالانڪ ان زمين تي هارين جو حق هو. اهي هندن جا هاري اصل ۾ ان زمين جا مالڪ هئا، پر هندن جي چالاڪيءَ ڪري اها زمين هندن وٽ گروي رکي چڪا هئا. هندن جي وڃڻ ڪانپوءِ، اها زمين انهن هارين کي ملڻ کپندي هئي، پر انين ڪونہ ٿيو، ۽ بندو خان جهڙن پناهگيرن کي گهر ويٺي ان زمين جي اپت ملندي رهي ٿي.

انهيءَ طرح هو هتي جي جائداد، ملڪيتن، ڪارخانن، بئنڪن ۽ ويمي ڪمپنين جا مالڪ بنجي سرمائيدار ٿي پيا

۽ سامراجين جو هڪ نئون طبقو پيدا ٿيو.

مونکي هڪڙي آفيس ۾ ڪم هو. پنهنجي دوست کي به وٺي ويس. ڪم جائز ۽ سنئون سڌو هو. ڪابه قانوني رنڊڪ نه هئي.

آفيس ۾ پهچڻ سان معلوم ٿيو ته آفيس جي سٺ ڄڻن جي عملي مان فقط هڪ سنڌي آهي، سو به جونيئر ڪلارڪ. ٻيا سڀ غيرسنڌي. اهي به گهڻو ڪري هڪ ٻئي جا عزيز ماسات. ڪيترائي سنڌي ايندا هئا، پر هنن کي هتي نوڪري نه ملندي هئي، حالانڪ هو ڊگرين ۽ لياقت جي لحاظ کان، غيرسنڌين کان وڌيڪ لائق هوندا هئا. هن کاتي جي ڊائريڪٽر بابت ٻڌو سين ته پنهنجي غيرت نيلام ڪري به تڪڙي ترقي ڪري ان عهدي تي پهتو هو.

ان ڪري آفيس ۾ رشوت جي بازار گرم هئي. سڀ جو پاڻ ۾ هئا. مون ڏٺو ته جائز ڪم هوندي به رشوت کانسواءِ قيامت تائين ڪم ڪو نه ٿيندو. دوست جو اهو مشورو هو ته "ڏنو پٽ ڇٽي جو." نيٺ هزار کن روڪ رشوت ڏنم، تڏهن مس مس وڃي منهنجو ڪم ٿيو. مونکي ياد آيو ته ساڳي قسم جو بابي سائينءَ جو ڪم پاڪستان کان اڳ ڏاڍي آساني ۽ بنا رشوت جي ٿي ويو هو.

هن کاتي جي پناهگير ڊائريڪٽر لاءِ ٻڌوسين تـه هن جو وڏو ڀاءُ هندستان ۾ مرڪزي سرڪار ۾ سيڪريٽري هو، ۽ هن جي خاندان جا اڌ کان وڌيڪ ڀاتي اڃا تائين

ڀارت ۾ هئا. پر هو هتي جي سنڌين تي الزام مڙهيندو هو ته هو ڀارت جا ايجنٽ ۽ غدار آهن.

تن ڏينهن ۾ زبان جا فساد ٿيا هئا. ٻاهران آيلن جو چوڻ هو ته سنڌ جي سرزمين تي سنڌي زبان نه هلندي. جنهن زمين هنن کي پناه ڏني، جن ماڻهن هنن جي مهمانوازي ڪئي، چون ته تن جي ٻولي نه سکنداسين. دنيا ۾ جتي ڪٿي "جمهوريت" جو اصول مڃيو ٿو وڃي. سنڌ اسيمبليءَ جي سٺ ميمبرن مان پنجاهه ميمبرن "سنڌي زبان بل" پاس ڪيو. پر هتي جي پناهگيرن ان تي گوڙ ڪيو، ٻيچ ٻاهه ڪئي، باهيون ڏنيون، ڦرون ڪيون، خونريزيون ڪيون.

دنيا هنن جو ۽ هنن جي تهذيب جو هڪ ٻيو پهلو به ڏٺو. هنن پنهنجي پناهه ڏيندڙن کي گاريون ڏنيون. سنڌي اڳواڻن، سنڌي نياڻين ۽ سنڌي زبان کي ڀتين تي لکي، پوسٽر هڻي، شڪليون ڇاپي، ڪچيون ۽ اگهاڙيون گاريون ڏنيون. هنن پنهنجن محسنن جون رستن تي قبرون ڦاهي، انهن مٿان ڏينهن ڏٺي جو عام آڏو مسخريون ڪيون ۽ انهن کي ٻونها ڏنا ۽ ٻاهر ڏيکاريا.

دنيا ڏٺو ته جنهن زمين، هنن کي پناهه ڏني، زندگي ڏني، سکجهه ڏنو، تنهن زمين جي ٻولي ۽ سڀيتا کان هو هو ٻيجان ڪرڻ لڳا. بلڪ ان جي کهٽائي ڪرڻ لڳا. دنيا وارن ڏٺو ته هنن هتي جي اصلي رهاڪن کي حق کان محروم ڪري، سڀ حق پاڻ ڦٻايا.

ٻاهرين اهو به ڏسن ٿا ته جنهن زمين هنن پناهگيرن

کي پناهه ۾ ڄياپو ڏنو، سي ان ئي زمين کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ چاهين ٿا.

* * *

رات ڪافي گذري چڪي هئي.

مان پنهنجي دوست جي گهر جي هڪڙي ڪوٺيءَ ۾ آهيو، ڪراچيءَ ۾ گذاريل، گذريل ٻن ڏينهن جي گهٽنائن ۽ گفتگوئن کي من ئي من ۾ ولوڙي رهيو هوس.

دوست اڄ گهر ڪونه موٽيو هو. شايد هنن ٻن ڏينهن ۾ "گندگي" جي موضوع تي ڳالهائيندي ڳالهائيندي، مون هن جا ڪن پچائي ڇڏيا هئا، ۽ هو ان باري پروڊيڪ ڪجهه ٻڌڻ کان لهرائي رهيو هو.

پر مان پنهنجي ان ذهني بار ۽ مونجهاري کان ڇوٽڪارو پائڻ کانسواءِ چپ ڪرڻ وارو نه هوس.

هو آيو ته هڪدم چيومانس:

"مان گندگيءَ جي تهه تائين پهچي ويو آهيان."

"ها بابا، ڪر بور، جيڪي چوڻو اٿئي سو چئو، مان وچ ۾ ڪابه ٽيڪا ٽپڻي ڪونه ڪندس."

"ها مان ٻاڻ چاهيان ٿو ته تون منهنجو ڪليل انوماڻ ٻڌي وڃ."

پوءِ مون ڳالهائڻ شروع ڪيو:

"ڪراچيءَ ۾ غيرسنڌي جهجهي تعداد ۾ ويهي ويا آهن. ان ڪري هو ڪنهن نه ڪنهن فتني ۽ سازش جو سوچيندا رهن ٿا، ڪڏهن ڪراچيءَ کي اردو صوبو بنائڻ،

ڪڏهن ڪراچي پر ڳڻو، ڪڏهن ڪراچيءَ کي بلوچستان جو حصو بنائڻ ۽ ڪڏهن ڪراچي کي خودمختيار بنائڻ.

”ٻين سان گڏ، پارٽ جا ٻه جبل مجرم به لڏي هتي آيا ۽ اچي پنهنجون بدمعاشيون شروع ڪيائون. ڪيترائي، جي پيسي پيسي جا محتاج هئا، سي لکاپتي بنجي ويا، جن کي مٿو لڪائڻ لاءِ جهوپڙي ڪانه هئي، سي بنگلن ۽ محلن جا والي ٿي ويا، جن کي مزوري به نصيب نه ٿيندي هئي، سي ڪارخانيدار بنجي ويا؛ جن ڪڏهن قلم هٿ ۾ ڪونه ڪنيو سي ايڊيٽر، صحافي، اديب ۽ دانشور ٿي ويا؛ اتي جي درباري تهذيب، هتي سئنيما، ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي عام ڪئي وئي.

”اهڙين حالتن ڪري، زندگيءَ جو ڪو به پهلو معياري پيدا ڪونه ٿي سگهيو. سڄو معاشرو رشوت، بداخلاقي، مڪاري، منافقت، بي حيائي، ڦيچ ڏاهم ۽ دنگن فسادن جي گندگيءَ سان ڀرجي ويو.

”اها آهي اها گندگي، جنهن کي دنيا وارن صاف صاف چوڻ بدران، فقط هن اشاري ۾ظاهر ڪيو ته ڪراچي دنيا جو گندي ۾ گندو شهر آهي. هتان هتي جهڙي ڏاريائپ جي ٽپ، سامراجيت جي ڪچري ۽ نمڪحراميءَ جي گٽرن جي گندگي ڪٿي به محسوس ڪانه ڪئي آهي.

”يورپ ۽ آمريڪا جا سياستدان، سيلاني، دانشور ۽ اديب هتي اچي هن شهر جون حالتون ڏسي، ڀلي وڃن ٿا ته هن شهر جي سماج جو بنياد بي اصولي، بربريت، هتي

جي اصلي رهاڪن جا حق ڦٻائڻ، ڪوڙا ڪليم، منافقت، سامراجيت، دلالي، رشوت ۽ بي حيائي آهي، ۽ پوءِ اهو چوڻ تي مجبور ٿين ٿا تہ هي گندي ۾ گندو شهر آهي.

”گندگي اها آهي تہ ماڻهو جنهن ڌرتيءَ تي رهي، ان ڌرتيءَ جو نہ ٿي رهي. ڊاريائپ گندگي آهي، پرماريت گندگي آهي، سامراجيت گندگي آهي. اهڙي گندگيءَ کان ئي ويٽامين، ويٽنام کي صاف ڪيو.“

”پوءِ ڇا؟“ دوست دريافت ڪيو.

”هن ڌرتيءَ جا سپوت بہ سڄا ٿي ڏيندا ۽ پنهنجي ڌرتيءَ کي گندگيءَ کان صاف ڪندا.“

دوست اوٻاسيون ڏيندي چيو ”ها يار، مان سمجهي ويس. تو کي ڪهاڻيءَ لاءِ مواد ملي ويو هو ۽ ان لاءِ پئي دماغ سوزي ڪئي اٿئي. چڱي ڪهاڻي ٿيندي. پر شرط اهو آهي تہ اها پڙهندڙن کي عملي قدم تي اڀاري، ورنہ تنهنجي اها ڪهاڻي بہ ”گندگي“ ۾ شامل ٿي ويندي.“

(١٧- نومبر ١٩٧٤)

***

# ڪسوٽي

شاميانيءَ ۾ ماڻهن جو ڳاهٽ هو. ڪي آيا ٿي، ڪي ويا ٿي.

هي شاميانو، آفيس جي اوڇي ماڙيءَ جي اڌو واري ڪشادي سائي ڇپر تي لڳايو ويو هو. هيٺ گلم وڇايل هو ۽ ڪاٺيءَ پاسي کان، گلم جي مٿان گلن وارو غاليچو پٿريل هو. پاسن کان پنج ڇهه وڏا ۽ ٿلها وهاڻا رکيا هئا. ٿي چار ٿوڪدان ۽ ٻه ٽي پاندان پڻ نظر آيا ٿي.

شاميانيءَ جي ٽن پاسن وارن پردن تي، ڳاڙهن ڪپڙن تي، اڇن اکرن ۾، ڪي نعرا ۽ گهرون لکيل هيون. اهڙي قسم جا ڪپڙي جا ٽڪرا، پڌر واري ديوار تي، رستي واري طرف، پڻ ٽنگيل هئا. انهن لکڻين جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪجهه هن ريت آهي:

'صوبي پرستي مرده باد.'

'ڌاهر پرستي نه هلندي.'

'پاڪستان جي نظريي بچائڻ خاطر، اسان سر ڌڙ جي بازي لڳائينداسين.'

'اسان هندستان ۾ سڀڪجهه قربان ڪري، هتي انهيءَ ڪري نه آيا هئاسين ته اسان کان روزگار کسيو وڃي. اسان اهڙي ظلم جو مقابلو ڪنداسين.'

«اسان پاڪستان جي سالميت ٽوڙڻ نه ڏينداسين، ڇو ته اهو اسان ٿي پنهنجي رت ست سان ڏاهيو آهي.»
«ڊائريڪٽر ملڪ جو غدار آهي، پارٽ جو ايجنٽ آهي.»

پٽ تي چار نوجوان نمايان نظر اچن ٿا. هنن جي ڳچين ۾ گلن جا هار پيل آهن. هنن چئني ڄڻن، ٻارن ٻچن سميت بک هڙتال ڪئي آهي. ٻه ڄڻا اٿڙهيل آهن، ان ڪري ڇڙا ويٺا آهن. ٽئين ڄڻي جي هڪ زال ۽ ٻه ٻار ويٺا آهن ۽ چوٿين جي رڳو گهر واري، ڇو ته هن کي اڃا ٻار ڪونه ٿيو آهي.

مڙني جا لٽا ميرا ۽ اڌ ڦاٽل آهن. ائين ٿو ڏسجي ته هنن کي ڄاڻي واڻي پراڻا ڪپڙا پارايا ويا آهن، جئن اسٽيج تي وڃڻ لاءِ ويس ڌارين کي ڪردار موجب لباس ڍڪائبو آهـي.

هو ڇهرن مان تندرست، سگهارا ۽ مڃيءَ مانيءَ وارا ٿي لڳا. موجود حالت ۾ هو «غريب صحتمند» ٿي ڏسڻ ۾ آيا ۽ نه ڏکن ۽ بکن جا ماريل.

پٺي ضاعفون ڪوجهن ڪارڻ برقعن ۾ ڍڪيل هيون، پر هنن جا پريل پريل گلابي ڳٽا، نظرن لاءِ چقمق بنيل هئا. ائين ٿي لڳو ڄڻ ته چنڊ کي گودڙيءَ ۾ لڪائڻ جي اڌوري ڪوشش ڪئي وئي هئي.

هڙتالين جي همدردن ۽ ساٿين ڪانسواءِ، پيا به ڪيترائي عام ماڻهو پئي آيا ويا. شاميانو دروازي جي سامهون کوڙيو ويو هو، ان ڪري رستي تان لنگهندڙ واٽهڙن جو ڌيـان

چڪيو ٿي ۽ هو ان ميڙ جو ڪارڻ معلوم ڪرڻ واسطي اندر لنگهي ٿي آيا.

شهر جا ڳچ اسيمبلين جا ميمبر، برک راڄنيتي اڳواڻ، سياستدان، مولوي ۽ عالم ۽ نامڪٺيا سرمائيدار به آيا ٿي. هنن مان گهڻا موٽرن ۾ ۽ ڪي ٽيڪسين يا رڪشائن ۾ پڻ پهتا ٿي. ان ڪري ٻاهر رستي تي ڪيترين ئي موٽرون بيٺيون هيون ۽ چڱو ڇهڇٽو لڳو پيو هو.

دروازي وٽ، وڻ جي ڇانو ۾، چار پنج پوليس وارا پنهنجين بندوقن سميت بينچن تي ويٺا هئا.

ڪيترين اخبارن ۽ پريسن جا خاطو ۽ فوٽو گرافر به موجود هئا. گهڻو ڪري هر اينڊز ويندڙ جي خاطرداري پان سان ٿي ڪئي وئي، ۽ سگريٽ جي آڇ به ڏئي ٿي. جڏهن ڪو خاص ماڻهو ٿي پهتو ته برقعي اندر سرڪو ٿي ٿيو ۽ اڇيون اڇيون ڪير جهڙيون ٻانهون، جي گهڙيءَ گهڙيءَ او ڇتو ڪاري برقعي سان ائين ٻاهر نڪري ۽ وري واپس ٿي وڃون جئن اونداهي ۽ جهڙالي رات جو اپ ٿي وڄ چمڪاٽ ڪري گم ٿي ويندي آهي. اهي ٻانهون ٻاهر نڪري، ٻاندان تي ٿي پهتيون ۽ پان ڏاهي، ان اهم شخصيت کي ٿي پيش ڪيو. پان وٺڻ واري پان کان وڌيڪ انهن گورين گورين ٻانهن ۽ نرم نرم، نازڪ هٿڙن کي ٿي گهوريو. اهي هٿڙا، جن جا ڏگها ڏگها تراشيل ننهن، سونهري گلابي ننهن پالش سان چمڪي رهيا هئا. هڪڙي هٿ جي هڪڙي آڱر ۾ ته سوني منڊي به پاتل هئي. شايد لاهڻ وسري وئي هئي،

يا سوڙهي ٿي وڃڻ ڪري نه نڪري سگهي هئي.

پر ڪاڻيندڙن کي ڏسي، خيالن جو راڪيٽ، بنگلاديش ٿي وڃي پهتو، جتي پاڻ پوکيو آهي. هنن جو وات، زبان ۽ چپ رت جهڙي رنگ ۾ رنگيل ڏسي، اهي آدم خور ٿي ياد آيا، جن بيگناهه بنگالين جو رت پيتو. هاڻي هي چپ ڪنهن جي رت ۾ ڇنيل آهن! پان ته هتي جي پيدائش ڪونه آهي ۽ ان ڪري اهو ويچار اچڻ به غلط نه آهي ته هي تڪڙو تڪڙو هلندڙ ڇاڙيون، سمگلنگ ۽ چور بازاريءَ جون جاندهيون آهن، جي اسانجي ديس کي پيسي رهيون آهن، ۽ هي وات اسانجي ڏيهه جي پرڏيهي ناٽي کي ٽڪرن ۾ ٽڪي رهيا آهن.

اخبارون بس ڪوڙ نظر اچن ٿيون. ڪي پٽ تي پيون آهن ۽ ڪن کي ماٺهو پڙهن پيا. پڙهندڙ ڪا محفل جي مطلب جي خبر يا ٽوٽڪو ڏسي ٿو، ته سوني جو ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي، پڙهي پڏائي ٿو ۽ پوءِ ان تي خيالن جي ڏي وٺ ٿئي ٿي يا ٺٺولبازي ڏي ٿي ۽ ٽهڪڙو مچي وڃي ٿو.

صبح ته موسم ڏاڍي وڻندڙ هئي. ٿڌيرڙي هير پئي لڳي، ۽ چير جي چرڏاري پوکيل پيلا، واڱڻائي نيرا ۽ ناسي گلڙا، ان هير تي لڏي، لڏندڙ اندلٽ پيدا ڪري رهيا هئا.

پر هينئر اوچتو ئي اوچتو موسم ۾ ڦيرو اچي ويو هو. هوا صفا بيهي وئي هئي، ڇڻ ته ان به هڙتال ڪئي هئي. اس ۾ تيک ٿي ويو هو ۽ گرمي بي انت ٿي وئي هئي. گلن جي جهولڻ بند ٿي ويو، تيز روشنيءَ ڪري انهن جا رنگ

هلڪا ٿي ويا، ۽ تيز ڪرڻ ڪري، انهن تي نظر به ٽڪي نٿي سگهي، ۽ آس جي ڪري گل سست ۽ مرجهايل مرجهايل ٿي ڏٺا.

ماڻهن جا جسم پگهرجي ويا، ۽ پگهر ڪراچيءَ جي گهميل هوا ۾ سڪي به مشڪل. اڳواڻن سان وڏيڪ ويٺن هئي، جو تم هو سوڙها پائجاما ۽ شيروانيون پائي آيا هئا. وري وايو منڊل ۾ ڏامر جي دونهين جي اٺ وٺندڙ ۽ ساهه گهٽيندڙ ڌپ اچي واسو ڪيو. پرسان ٿي رستي جي مرمت پئي ٿي، جتي ڏامر گرم ڪيو ٿي ويو.

جي مڪر ۽ منافقت، نمڪحرامي ۽ نالائقيءَ جي عملن ۽ خيالن جو به دونهون نڪرندو هجي ها ته اهو به ڏامر جي دونهين جهڙو هجي ها. ڪنو ۽ ڪارو، گهاٽو ۽ گهٽيندڙ، ڏڪاريل ۽ ڌپ وارو.

سج جي تپش موسم جي خوشگواري گهڙڪائي وئي هئي، ۽ هُل هنگامون ۽ پان فضا جو سڪون ۽ گلن ۽ بوٽن جي سونهن گهڙڪائي ويا هئا. پان انڪري، جو پان کائيندڙن جي وات، زبان ۽ چپ ڳاڙهسري ڪاري رنگ جا ٿي ويا هئا، هنن جي وات مان انهيءَ رنگ جي ڳيگ ڳڙي رهي هئي، ۽ هو نهايت بيجان ڏياريندڙ چاپا ڏيئي رهيا هئا، ۽ وري هر هر ٿوڪدانن ۾ ٿوڪي رهيا هئا. بيا وري پسان جون پڪون چيچر، سيمنٽ جي فرش ۽ اڇن واري پٽ تي اڇلي رهيا هئا، جنهنڪري فرش ۽ پٽ، جي صبح جو صاف ۽ آجلا هئا، سي هينئر پسان جي ڪني رت جي رنگ جهڙن داغن

سان گنڌا ٿي ويا هئا. ڇپر تي به پان جي پڪن ۽ سگريٽ
جي ٽڪرن جو ڪچرو هو.

اڄ آباد شاميانـي جي مقابلي ۾، آفيس جي اوچيءَ شاندار
عمارت، ويران ۽ وائڙي نظر اچي رهي هئي.

ايندڙن مان گهڻو ماڻهو گلن جا هار پاڻ سان آڻين ٿا،
۽ هر هڪ هڙتاليءَ جي گلي ۾ وجهن ٿا، ۽ هنن کي پنهنجي
حقن لاءِ 'جهاد' ڪرڻ تي مبارڪون ڏين ٿا. ڪي نارنگيون
آڻين ٿا ۽ اهي پيش ڪن ٿا، جو ته هڙتال جي حالت ۾
نارنگين جي رس واپرائي سگهجي ٿي. ڪي سرمائيدار ۽
سرنديءَ وارا، رحم کائي، هنن کي روڪڙ ڏين ٿا، ۽ اهڙو
اعلان زور سان ڪيو وڃي ٿو، جئن سڀئي موجود ماڻهو
ٻڌن ۽ ڏسن.

سياستدان، حڪومت تي ٺڪا ٺپي ڪن ٿا، ان جي
نيتين کي ننديـن ٿا، ۽ ان جي بيحسي ۽ بي انصافيءَ تي
افسوس جو اظهار ڪن ٿا، ۽ پڇاڙيءَ ۾ حڪومت خلاف
هلچل هلائڻ جي ڌمڪي ڏين ٿا. هو اهو به اعلان ڪن
ٿا ته ٻئي ڏينهن تي شهر جي وڏي ميدان ۾ عام جلسو ٿيندو
۽ ڊائريڪٽر جي پاسخاطري ۽ تعصب تي احتجاج ڪيو ويندو.

اخبارن جا خاطو، هتي جو ڪجهه ٿي رهيو آهي، ان
جا نوٽ وٺندا رهن ٿا ۽ نامور سياستدانن جا بيان وٺي لکن
ٿا. اخبارن جا فوٽوگرافر، ميڙ جي ڪاروائي ۽ ايندڙ ويندڙ
مکيه راڄنتي شخصيتن جون تصويرون ڪڍن ٿا.

رکي رکي ماڻهو نعرا هڻن ٿا:

"سنڌي ڊائريڪٽر." — "مرده باد."

"سنڌي ڊائريڪٽر." — "واپس وڃ."

"سنڌي ڊائريڪٽر." — "هاءِ، هاءِ."

"صوبي پرستي." — "نه هلندي، نه هلندي."

"ڏاهر جا چيلا." — "نه کپن، نه کپن."

ٻئي ڏينهن هنن جي پنهنجي ٻوليءَ جي سڀني اخبارن هڙتال جي روئداد، پوري تفصيل ۽ وڏاءَ سان ڇپي ۽ هڙتال جا فوٽا به ڏنا ويا. انهن سياسي اڳواڻن ۽ مولوين جون تصويرون ڇاپيون ويون، جي هڙتالين سان گڏ ڪيرايو ويون هيون. هنن جا بيان پڻ شد مد سان شايع ڪيا ويا

اسيمبلي ميمبر بندو خان، پنهنجي بيان ۾ چيو هو: ڊائريڪٽر کي هڪدم نوڪريءَ تان هٽايو وڃي، جو نه رڳو تنگدلي ۽ تعصب واري هلت هلي، پر هن سـ پاڪستانين سان ناانصافي ڪري، پنهنجي اخلاق جي ڏيوا جو ثبوت به ڏنو آهي. اهڙا ئي ماڻهو آهن، جي پاڪسـ کي گهڻي وانگر اندران ئي اندران کائي کوکلو ۽ ڪمز بناتين ٿا. انهن کي خدا ئي معاف نه ڪندو ته اسين ڪ معاف ڪري سگهنداسين. جي هن ڪاموري تي ڪو قا نه کنيو ويو، ته نتيجن لاءِ ذميوار خود حڪومت ٿيندي ههڙيون بي‌انصافيون ٿيون ته اسين جدا اردو صوبي جي گهُر ڪنداسين.

مولانا قدرت الله، جو ديني پارٽي جو مکيه ڪارڪ هو، تنهن پنهنجي بيان ۾ چيو هو: اسلام جي اصولن ٩

ڀڄڙي پٽ پيچڪڙي ٿي رهي آهي. صوبائي تعصب جي بنياد تي سوچيو ٿو وڃي، ۽ اهو نه ٿو ڏٺو وڃي ته سڀ مسلمان ڀائر آهن. جو پنهنجن کي ورسائي ۽ اسلامي برادريءَ کي نظرانداز ڪري ٿو، سو اسلام جو دشمن آهي، پاڪستان جو غدار آهي.

ٻئي ڏينهن تي اردو اخبارن ۾ ايڊيٽوريل لکيا ويا، جن ۾ ڊائريڪٽر جي صوبي پرستي ۽ تعصب کي ننديو ويو، ۽ ان کي نوڪريءَ مان ڪڍڻ جي تقاضا ڪئي وئي.

ٽئين ڏينهن تي هنن اخبارن جي خطن وارا خانا، اهڙن خطن سان ڀريل هئا، جن ۾ مهڙتالين جي ڀلائي ڪئي وئي هئي ۽ ڊائريڪٽر کي ڏ َو َ تي گاريون ڏنيون ويون هيون ۽ لاڳاپيل کاتي جي وزير ڏان استعيفا جي گهر ڪئي وئي هئي. اهڙيءَ طرح ٻين ڪالم نويسن به پنهنجا ڪالم انهيءَ موضوع تي ڪارا ڪيا هئا.

جنهن جلسي جو اعلان ڪيو ويو هو، اهو به ٿيو. اتي به ڊائريڪٽر، سنڌين ۽ حڪومت تي دل کولي چوٽون چنڊيا ويا. هنن جي اخبارن وڏيون وڏيون سرخيون ڏئي جلسي جي ڪارروائي ڇاپي.

هي پهريون ئي اتفاق هو، جو هن کاتي جو ڊائريڪٽر هڪ سنڌي ڪامورو ٿي آيو هو. هن کاتي ۾ نَي سؤ ويهه ملازم هئا، جن مان رڳو ٽي سنڌي هئا، هڪڙو ڪلارڪ، جنهن جي زال سنڌڻ نه هئي، ۽ ٻه پٽيوالا.

پاڪستان جي شروع کان وٺي ئي، هن کاتي جي غير

سنڌين عملدارن جي اها نيتي ۽ نيت رهي هئي، جنهن ڪري ٻه سنڌي هن کاتي ۾ داخل ٿي نه سگهي. نوڪرين جون خالي جايون هو پنهنجي مائٽن سان يا همزبان وارن سان ڀري ڇڏيندا هئا. اول ته اهڙي قسم جو اشتهار اخبارن ۾ ڪونه ڏيندا هئا، پر جي ڏيندا هئا ته سنڌين کي انٽرويو واسطي ڪونه گهرائيندا هئا. جي ڀُل چُڪ ۾ ڪنهن سنڌيءَ کي انٽرويو لاءِ سڏائيندا هئا ته نالي، ذات يا گفتگوءَ مان سنڌي ثابت ٿيڻ ڪري، هنکي رد ڪري ڇڏيندا هئا. يا جي نالي خاطر ڪن کي چونڊائيندا هئا ته هنن کي رو برو پروانو ڪونه ڏيندا هئا ۽ چوندا هئا ته ٽپال رستي موڪلبو، پر ٽپال رستي به ڪونه موڪليندا هئا، ۽ مدو پورو ٿي وڃڻ کانپوءِ چوندا هئا ته: اسان ته آرڊر موڪليو، پر نوڪريءَ تي چڙهيو ئي ڪونه.

رڪارڊ ۾ اهو ڏيکارڻ لاءِ ته سنڌ جي اندرئين ڀاڱي جي ماڻهن کي به هن کاتي ۾ نوڪريون ڏنيون ويون آهن، هنن غير سنڌي ملازمن مان ڪيترن سنڌ جي اهڙن ڳوٺن ۽ شهرن جا ڊوميسائيل سرٽيفڪيٽ هٿ ڪيا، جي ڳوٺ ۽ شهر هنن ڪامورن ڪڏهن ڏٺا به ڪونه هئا.

لياقت ۽ قابليت جو خيال به ڪونه ڪندا هئا. ٽائيپسٽ جي جڳهه لاءِ ڪو پنهنجو ٽائيپ سڪيل نه ملندو هون ته اڻ سڪيل، پر پنهنجو رکي ڇڏيندا هئا. سنڌي بي - اي ۽ ايم- اي پاس وارن جون درخواستون نظرانداز ڪري ڇڏيندا هئا، پر پنهنجو مئٽرڪ پاس به ان ملازمت لاءِ چونڊيندا

ھئا. ھنن پنھنجن مان ڪي اھڙا ماڻھو بہ نوڪريءَ ۾ رکيا ھئا، جن وٽ پارٽ جي يونيورسٽين جون ڊگريون ھيون ۽ ٿارو ٿي اتان ھتي آيا ھئا، ۽ پاڪستاني شھري بہ نہ ھئا. ھو پنھنجن ماڻھن واسطي نيون ملازمتون پيدا ڪري بہ ھنن لاءِ نوڪريون مھيا ڪندا ھئا.

ھن سنڌي ڊائريڪٽر جي مقرر ٿي اچڻ ڪانپوءِ سگھوئي ڪلارڪيءَ جون چار جڳھيون خالي ٿيون. ھن ان واسطي باقاعدي اخبارن ۾ اشتھار ڏنا، ۽ آيل درخواستن جي جاچ- جوچ ڪري لائق اميدوار انٽرويو لاءِ گھرايا ۽ انھن مان چئن کي نوڪريءَ جو پروانو ڏنو.

ڊائريڪٽر کي اھو احساس ضرور ھو تہ ھن کاتي ۾ ڏسي وائسي ۽ سازشون ڪري، سنڌين کي نوڪرين کان محروم رکيو ويو آھي، پر تڏھن بہ ھن ماڻھن چونڊڻ ۾ ڪو بہ نامناسب، بي انصافي وارو اھڙو قدم ڪونہ کنيو ھو. ھي چونڊيل اميدوار نہ رڳو سنڌي ھئا، پر سڀ ايم- اي پاس ھئا، ۽ تجربي ۾ سينيئر غيرسنڌي اميدوارن کان مٿيرو ھئا. غيرسنڌي اميدوارن ۾ ڪو بہ بي- اي کان وڌيڪ ڊگريءَ وارو ڪونہ ھو.

ھن ڊائريڪٽر برابر چاھيو ٿي تہ سنڌين سان نوڪرين جي سلسلي ۾ ٿيل بي انصافين جو تدارڪ ٿئي، ڇو تہ ھن ڏٺو ۽ محسوس ڪيو ھو تہ جتي رڳو غيرسنڌي ملازم ھئا، اتي رشوت ۽ بي ايماني گھٽي ٿيندي ھئي ۽ گھوٻيون گھٽيون لڳنديون ھيون، ڇو تہ ھو ھڪ ٻئي جو ٻڪ رکندا ھئا ۽

هڪ ٻئي جي ڀال ٻنجندا هئا، ۽ معاملو انساني رڏڻ واري ڏوهنا ڪائڻ وارا، جهڙو هوندو هو. پيو ته اهڙي حالت ۾ ڪاتي جي ڪارڪرگي ۾ برجستائي ۽ قابليت ڪانه رهندي هئي، ڏيون تـه خاص ڪري سنڌين کي ان ڪاتي ۾ ڪم پوڻ جي حالت ۾ بي انتها تڪليف ڏسڻي پوندي هئي، جوڙون ته سنڌين ۾ انڪري ناراضگي ۽ شڪايت پيدا ٿيندي هئي.

تنهن ڪانسواءِ هو اهو به سوچيندو هو ته جي غيرسنڌي ڪاوڙجي يا شرارت ڪري ڪاتي ۾ هڙتال ڪن تـه پوءِ ته ان ڪاتي جو ڪم ئي ٺپ ٿيهي وڃي، ۽ حڪومت لاءِ وڏو مسئلو پيدا ٿي پـوي. مثال طور ٽيليويزن جا ملازم، جي ذري گهٽ سو في سيڪڙو غير سنڌي آهن، اهي ڪا هڙتال ڪن يـا ڪاوڙجي هي ملڪ ڇڏي وڃن ته پوءِ هڪدم ڪٿان ايندا ايترا انجنيئر، ايترا مستري، ايترا بجليءَ جا ماهر، ايترا فنڪار وغيره جي ٽيليويزن هلائين؟

ان ڪري به هر ڪاتي ۽ حياتيءَ جي هر شعبي ۾ رڳو غيرسنڌي نه هجن، پر سنڌي پڻ.

چئن سنڌين کي نوڪريون ملڻ ڪانپوءِ، غير سنڌين، اميدوارن مان اهڙا چار غير سنڌي چونڊيا جي سنڌن ويڇار موجب انهن نـوڪرين جا اصلي حقدار هئا، ۽ انهن کي بک هڙتال ڪرڻ تي تيار ڪيو ويو.

اهو هو هن بک هڙتال جو سبب.

ٻئي ڏينهن آفيس جي ساري عملي، هڙتالين جي همدرديءَ ۾ هڙتال ڪئي، ۽ ڪم تي ڪونه چڙهيا.

نٿين ڏينهن، هن ساري عملي، ڊائريڪٽر جو گهيرو ڪيو. گهيري جو مقصد اهو هو ته هن کان زور زبردستيءَ سان، انهن ڇهن سنڌي ڪلارڪن کي نوڪريءَ مان ڪيڊرايو وڃي ۽ پنهنجن ڇهن ماڻهن کي مقرر ڪرايو وڃي، جي هو ائين نه ڪري ته هن کان پنهنجي استعيفا لکرائي وڃي.

هيءُ سڀ غير سنڌي، ماڪڙ وانگر، ڊائريڪٽر جي آفيس تي هلان ڪري آيا. جي پنج ئي سنڌي ڪلارڪ ۽ ٻه سنڌي پٽيوالا بروقت همت نه ڪن ها، ۽ ڊائريڪٽر جي آفيس جي مضبوط دروازي کي اندران بند ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿين ها، ته ڊائريڪٽر جي حياتيءَ جو خير ڪونه هو. انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ ست ئي سنڌي بريءَ طرح ڦٽجي پيا، ۽ هو ڊائريڪٽر سميت آفيس ۾ واڙيل رهيا.

ٻاهران غير سنڌي، سنڌ ۽ سنڌين کي گاريون ڏيندا، غليظ نعرا هڻندا ۽ پٿر اڇلائيندا رهيا، ۽ آفيس جي درن درين، ميزن ڪرسين ۽ ٻئي سامان جي ڏاڍي ڀڃ ڊاهه ڪئي. ڊيوٽيءَ وارن سپاهين کي به پٿرن جو نشانو بنايو ويو. نيٺ پوليس اچي، ڳوڙها گيس ۽ لٺيون هلائي اندر واڙيلن جي حياتي بچائي.

٢

”ڏاڍو خوش پيو نظر اچين، وري ڪو محبوبن جي ملاقات جو واعدو مليو اٿئي ڇا؟“

”اهو ئي ته توکي ٻڌائڻ آيو آهيان.“

”يار، تنهنجي ڀاڳن سان ريس ئي ڪانهي، عيش ڪر عيش.“

”چڱو جلدي تيار ٿي تہ هلي ڪنهن هوٽل ۾ وهون ۽ پرين جون پچارون ڪريون.“

”ڀلا ڏي خبر، ڪڏهن جو واعدو ٿيو اٿئي؟“

”اڄ ٽيليفون تي چيائين تہ جمعي ڏينهن شام جو پنجين وڳي سنڌن ڪاليج ۾ يونين جي عهديدارڻين ۽ اسٽاف جي ڪن ميمبريائڻين جي گڏجاڻي آهي، ساليانين راندين جي سلسلي ۾ پروگرام ڦاهڻو اٿن. بس ساڍي پنجين وڳي موٽر ۾ وچي مخصوص نموني هارن وڄائڻو آهي ۽ پوءِ پاڻهي منهنجي ڊارلنگ ڪچي ڌاڳي ۾ ٻڌجي ٻاهر هلي ايندي ۽ اسين ٻہ چار ڪلاڪ محبت جي دنيا ۾ گم ٿي وينداسين.“

”هائو يار، ان کي چئبو آهي خود حسن جو هلي اچي عشق جي هنج ۾ ڪرڻ.“

”بس يار، تو جهڙن دوستن جون دعائون آهن.“

”موٽڪي تہ هوءَ سالي رُخ ئي ڪونہ ٿي ڏئي. دل جي زخمن ننڊ حرام ڪري ڇڏي آهي، يار، تون ئي پنهنجي بلقيس کي چؤ تہ ڪا منهنجي سفارش ڪري.“

”بلقيس کي ڪيترائي دفعا چيو اٿم، هوءَ چوي ٿي تہ تو واري ڪلوپٽرا ڏاڍي ڪڙڪ آهي ڪڙڪ، ڪو ٻول ئي ڪونہ ٿي ڏئي. وري ٻہ رڪ خدا تي، اچي ويندي ڪنهن ڪڙيءَ ۾.“

”هاءِ هاءِ. منهنجو دم ٿو نڪري ۽ تون اڃا پيو انتظار جون صلاحون ڏئين.“

”اڙي، اهو وچڙئي ٻڌائي ڇڏيانءِ، متان وسري وڃيم. جمعي ڏينهن اسان جي وصل واسطي پنهنجي جڳهه پنجين وڳي شام کان اٺين وڳي تائين اسان لاءِ رزرو رکجانءِ. يار، تنهنجي جاءِ ڏاڍي ڪمڙي آهي. اسان واسطي ته پريم نگر آهي پريم نگر.“

”ها، اٺين ته ضرور ڏيندو، پر ترس، مون پنهنجي حسرتن پوري ڪرڻ لاءِ هڪڙي ترڪيب سوچي آهي. مان هن موقعي کي هٿان وڃائڻ نٿو چاهيان.... منهنجي ڪلاءِ پٽرا بہ ته ان گرلس ڪاليج جي يونين جي عهديدارڻ آهي ۽ لازمي طور اها بہ ان گڏجاڻيءَ ۾ موجود هوندي.“

لياقت علي ۽ ماجد ٻئي لنگوٽيا يار هئا. لياقت جو گهڻو وقت ڪان، ٻٽيس سان نينهن جو ناتو هو. ماجد وري ان ڪاليج جي هڪ ٻي شاگرديائيءَ تي هرڪ هاري هئي. ڏاڍو هنجي ڀٽيان پيو هو ۽ هنکي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جا جتن ڪيا هئا ٿين، پر هن ڪنگهيو بہ ڪونہ هوس. لياقت جي اڄوڪي ڳالهہ ٻڌي هنکي وري پنهنجون حسرتون پوريون ڪرڻ جو سوداءُ سمائجڻ لڳو.

خبر ناهي ماجد ڪهڙي ڪيڏ ڪيڏي يا ترڪيب هلائي جو هن جا پنڌرهن ويهہ هم ڪاليجي هڪ سازش ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ڪي ساڀيان ۾ ۽ ڪي رڦشي خاطر.

هوندي به ان گرلس ڪاليج جي ڇوڪرين جي حُسن جي هاڪ سڄي ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ هئي. هن ڪاليج جو رکيو نالو بڌڻ سان ئي نوجوان ڪاليجن جو وات پاڻي ڏيڻ لڳندو هو. اها به سڀني کي سڌ هئي ته ان گرلس ڪاليج جي يونين جون عهديدارڻيون ته خاص حُسن جي کاڻ ۽ سونهن ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهن.

هنن جو خيال هو ته هنن کي پڪڙجي پوڻ جو يا ٻيو ڪنهن قسم جو انديشو ڪونهي. ان گرلس ڪاليج جي آسپاس آفيسون آهن، جي ان وقت بند هونديون ۽ ڪا به پهر ڪانه هوندي. ٻيو ته ڪاليج جي چوديواري اوچي آهي، تنهنڪري ٻاهر وارن کي اهو پتو ڪونه پوندو ته اندر ڇا پيو وهي واپري. ان ڪانسواءِ ڇوڪريون اسان وانگر نوجوان ۽ آسنگن سان ڀرپور آهن، تنهنڪري هيڙي رومانوي ائڊوينچر جي دل سان آجيان ڪنديون ۽ ٿوري گهڻي ظاهري ڇڪتاڻ ڪانپوءِ پاڻهي اچي، ٻکن ۾ ٻونديون. باقي پوڙهيون پروفيسرياڻيون، تنکي به جوانيءَ جا عيش ڏئي راضي ڪري ڇڏبو. پر جي حالتون اهڙيون بڻيون جو ڀڄڻو پيو ته ٻرءِ رستي تي موٽرون بيٺيون هونديون، جن ۾ چڙهي، پوليس جي پهچڻ کان اڳ رفو چڪر ٿي وينداسين.

اچا به ڏينهن هئا. اهي ڏينهن سڪنهن شوق، اوسيڙي ۽ دل ئي دل ۾ سئون سٽيندي گذاريا.

مقرر ڏينهن، بهترين پوشاڪ پهري، بدن جي چند ڦوڪ ڪري، اهي ٽڪي، هو پهرين هڪڙي شرابخاني ۾ ويا.

اتي هنن مان گهڻن دل کولي شراب پيتو. هنن مان ڪي وڏن ماڻهن جا پٽ هئا، جن سارو خرچ پئي ڀريو. هنن مان ٽن ڄڻن موٽرون آنديون هيون. انهن ٽن موٽرن ۾ هي ڇهه ڇوڪريون (پندرنهن) کن ڪاليجي، گرلس ڪاليج جي ٻاهران پهتا. هنن مان هرڪنهن کيسي ۾ چاقو به کنيو هو، ٻن ٽن ته پستول پڻ لڪائي آندا هئا.

لياقت پنهنجي يارڙي ۽ ماجد پنهنجي محبوبڙيءَ جا پار پتا ڏئي سيني کي چتاءُ ڏنو هو ته اهي اسانجي حوالي، باقي سيڪو پنهنجي چونڊي.

هيئر هڙئي جواني ۽ شراب جي نشي ۾ مست هئا.

ڏينهن به ڏاڍو وڻندڙ ٿي ويو هو. آسمان جهڙالو ۽ هوا فرحتي هئي، جا منهن، ٻانهن ۽ جسم جي کليل حصن کي ڀلي محسوس ٿي رهي هئي، ۽ هڪ عجيب اطمينان ڀريو احساس ٿي پيدا ڪيائين. هتي شهر جيترو گوڙ گهمسان به ڪونه هو.

ڇوڪرين جي ميٽنگ ٻاهر چبوتري تي ٿي رهي هئي. پرنسيپالڻ ۽ نائب پرنسيپالڻ سميت اٺويهه ويهه کن هيون. ڇوڪريون سڀئي ۾ سٺا ۽ نئين فيشن وارا لباس ڍڪي آيون هيون، هار سينگار به ڏسڻ وڻان، ڳنڍيون ٿي لڳيون ڳنڍيون، جيئريون جاڳنديون ڳنڍيون.

اوچتو ڇوڪرا اندر گهڙي آيا. هو ته اول ئي سڀي سنئون آيا هئا، ۽ هرهڪ دل ۾ پهه پچائي آيو هو ته هو ڇا ڇا ڪندو. هو طوفان وانگر اچي ڪڙڪيا. ڇوڪريون، جيسين

ڪجهه سمجهن ٿي سمجهن، پاڻ سنڀالين ٿي سنڀالين، تيستين هو ڇوڪرن جي ٻانهن ۽ ڀاڪرن ۾ جڪڙجي ويون. هو بي تحاشا هنن کي چمڻ لڳا، ڳٽن تي، ڇپن تي، اکين تي، ڇاتين جي مٿين کليل حصن تي.

هنن جا هٿ ڪپڙن هٽائڻ ۾ لڳي ويا. چولن جا پيڙا ٽٽندا ويا، زپ ۽ زنجيرون هٽنديون ويون، انگيائيون لهنديون ويون ۽ ڇاتيون اگهاڙيون ٿينديون ويون.... اڇيون اڇيون کير جهڙيون ڇاتيون، گلابي ڇاتيون، ڪنواريون ۽ ڪچڙيون ڇاتيون، اپريل ۽ سينٽيل ڇاتيون، معصوم ۽ مقدس ڇاتيون، سجدي ڪرڻ جهڙيون ڇاتيون، ڏاڙهون ۽ جهڙيون ڇاتيون، نارنگين جهڙيون ڇاتيون، سنڌڙي انبن جهڙيون ڇاتيون.... بکايلن وانگر ڇوڪرن جا هٿ هنن تازن ميون ۾ مضبوط پئجي ويا ۽ کي انهن کي بي تحاشا چوسڻ ۽ چڪ وجهڻ لڳا.

ساڙهين جو کلڻ ڏکيو نه هو، ساڙهيون پٽ تي وڃي پيون، غرارا مٿي ٿيڻ سولا هئا، غرارا مٿي کڄي ويا، گهند جهڙن پاچن وارن پائجامن ۾ پاسي مان يا سامهون واريون زنجيرون ۽ زپون هڪ ئي جهٽڪي سان کلي ويون، هاڻي پاچن وارن پائجامن ۽ سٿڻ کي ابدائي واري جڳهه تي اگهٽ بدران، پلاسڪ جون لچڪيدار پٽيون پيل هيون، سي هڪ ئي چڪ سان وڃي گوڏن ڀرتيون ٿيون.

حوائون بي لباس ٿي ويون، حوائون الف ننگيون ٿي ويون، حوائن کي انگ ڍڪڻ لاءِ وڻ جو پن به ملي ڪونه سگهيو.

ڇوڪرن جو من ته مست اول ئي هو، هاڻي تن به مست ٿي ويو. ههڙي بي‌نقاب حسن جو جيئرو جاڳندو جادو ته مُردن ۾ ساهه وجهي ڇڏي، هي ته نوجوان شاگرد هئا، باهه ۽ باروت جا مجسما.

ڪن ڇوڪرين کي ڪلهي تي کنيو، ڪن هنن کي گهلڻ شروع ڪيو. ڪو شڪار سميت ورانڊي ۾ ويو، ڪو ڪلاس ۾، ڪو ڪنهن ٻئي ڪمري ۾، ڪو ٻوٽن جي اوٽ ۾ ويو، ڪي مدهوش ته اتي ئي ڇپر تي ئي شروع ٿي ويا.

ڪي ڇوڪريون حملي ٿيڻ شرط بيهوش ٿي ويون ۽ ايستائين بيهوش رهيون، جيستائين ٻيڙا پار ٿي ويا. ڪي سگهو ئي هوش ۾ اچي ويون ۽ هڪدم پنهنجو پاڻ سنڀالي ورتو. اهڙيون ڦٿڪڻ لڳيون ۽ پنهنجي پوري طاقت لڳائي پاڻ ڇڏائڻ جو جتن ڪرڻ لڳيون، هنن رانيوٽا پاتا ۽ چڪ هنيا، رئندي منٿون ايلازڪيا، خدا جا واسطا وڌا ۽ زور سان رڙيون واڪا ڪرڻ لڳيون. اهڙين کي چاقو يا پستول ڏيکاري ڌمڪايو ويو. ڪن ان هوندي به مات نه ڪئي ته هنن کي چاقن سان چيڪ ڏنا ويا ۽ هو رتو رت ٿي ويون.

ڪي ڇوڪريون پاڻ ڇڏائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويون. انهن مان ٽي چار ته وڃي ڪلاسن ۾ پهتيون ۽ اندران ڪڙو چاڙهي ڇڏيائون. پر ٻيون ٽي چار وٺي ٻاهر رستي ڏانهن ڀڳيون ۽ اهو به هوش ڪرنه رهيون ته هو اڌ اگهاڙيون آهن. ٻاهر پهچي بي‌تحاشا رستي تي ڊوڙڻ شروع ڪيون. هو رت ڳاڙهينديون پئي ويون.

انوقت ڪاليج ۾ فقط هڪڙو مرد، پوڙهو چوڪيدار، موجود هو. هنجو هيءَ حالت ڏسي سو هڪڙي ڪاليجيءَ کي اچي هٿين پيو. پر هن ڇوڪري، اهڙو هنڌائتو ڌڪ هنيس جو ڌم ڦوٽ پري، پڪي فرش تي وڃي ڪريو ۽ ڏڌ وارو هڏو ئي نڪري پيس. ۽ ڇرڻ پرڻ يا اٿڻ ڪان لاچار ٿي ويو، ۽ بيوسيءَ ۾ ليٽي ليٽي سڀڪجهه ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ وحشانيت وڌيڪ ڏسي ڪين سگهيو ۽ اکيون بند ڪري ڇڏيائين.

پوڙهي پهريدار اکيون بند ڪيون.... ملائڪن اکيون بند ڪيون.... شيطان روئي ڏنو.

پرنسپال ۽ نائب پرنسپال کي ڇوڪرن جو ڌڪاءُ ڏسي، ڏندڻ پئجي ويا. هو ٻئي پڪي عمر جون هيون. جڏهن هوش حواس بحال ٿين، تڏهن رڙيون ڪنديون، پنهنجي آفيس ۾ گهڙي ويون ۽ اندران تالو ڏئي ڇڏيائون، ۽ بيوسيءَ مان، درين جي شيشن مان هي دردناڪ ڏيک ڏسنديون رهيون. پوءِ دير دير سان ايترو سڌير ٿيون جو ٽيليفون ڪري، پوليس کي اطلاع ڏنن ۽ ترت اچڻ لاءِ تاڪيد ڪين.

گوڙ ۽ شور تي ٻه ٽي واٽهڙو در وٽ آيا، پر چاقو ۽ پستول ڏسي ويجهو اچڻ جو ست نه ساريائون، يا ههڙي نظاري ڏسڻ سان پنڊ پهڻ ٿي ويا ۽ بيحس بنجي بيٺا رهيا، يا اکين تي اعتبار نه ڪري، ساري ڏيک کي سپنو سمجهي ڏسندا رهيا.

ان مهل ٻه ٽي موٽرون اچي لانگهائو ٿيون. موٽر وارن

هڪ ٻئي ڀڻيان، اڌ اگهاڙيـن ڇوڪريـن کي پڇندو ڏسي موٽرون بيهاريون. موٽرن ۾ مردن کانسواءِ ضاعفون پڻ هيون. سڀني لهي اچي ڇوڪرين کي بيهاريو. پڇڻ تي هو ڳالهائي ته ڪونه سگهيون، باقي سهڪنديون، گـونگن وانگر، هٿ سان ڪاليج طرف اشارو ڪيائون. هڪ ڇوڪريءَ جي ته ڪل ٽڙي وئي هئي ۽ ڇرين وانگر ڪلي پئي ۽ واڪا ٻـه ٿي ڪيائين. ماين، ڪن موٽرن مان ٽوال، چادرون ۽ پوتيون ڪڍي هنن جي اوگهڙ ڍڪي، ۽ پنج ڪن مڙسالو ڪاليج ڏي ويـا. هڪ وٽ پستول هو، هن اهـو ڪڍي هٿ ۾ ڪيو هو.

هي موٽر وارا ۽ پيا واٺهڙو گڏجي اندر آيـا. اتي جو ڏيک ڏسي دنگ رهجي ويـا. هي منڊل ڏسي منجهجي ويـا. چار پنج ڇوڪرا، پـڌري پٽ، دنيا کان بي خبر، بي نياز ۽ بيخود ٿي، جوانيءَ جو نـاچ نچي رهيا هئا. هيٺان واريون سرنهري سريرن واريـون صفا اگهاڙيون ڇوڪريـون، ڪي مچيءَ وانگر ڦٿڪي رهيون هيون ۽ ڪي ٽنگون ٽيڙي ڦڙهه ٿيون پيون هيون، بلڪل بيحس ۽ بي سرت.

انوقت آسمان تي ڪڪر گهاٽـا ٿي ويا هئا ۽ اهڙي زور سان گجگوڙ ٿـي جو محسوس ٿيڻ لڳو ڄڻ ته آسمان ڏري پيو ۽ ڌرتي ڌڏڻ لڳي. ڪيئي ڪڪر ڊوڙون پائي ڄڻ شرط پچائي رهيا هئا.

پستول واري کي اهڙو جوش آيو، جو للڪار ڪري، هوا ۾ فير ڪيائين. ڌڪاءَ تي نشي وارن جا نشا ٽٽي پيا.

ايستائين پوليس به اچي پهتي.

پر پوليس جي پهچڻ کان اڳ، پنج ڇهه ڇوڪرا هڪڙي موٽر ۾ چڙهي ڀڄي ويا هئا، ۽ ٻيا ڪجهه ڇوڪرا ڀڄڻ ۽ لڪڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. ڀڄي ويلن ۾ لياقت ۽ سندس سنگتياڻي به هئا. پندرهن ڇوڪرن مان، اٺ ڄڻا پوليس ٿڏي تي ئي پڪڙي سگهي.

اها خبر ريڊيو تي به پڌري ڪئي وئي ۽ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچي وئي. ٻڌندڙن جون دليون غم ۽ غصي سان ڀرجي ويون. ماڻهن جي جسم مان سيسڙاٽ نڪري ويا. سيڪنهن ڏندين آڱريون ٿي ڏنيون.

ريڊيو تي ملڪ جي وڏي وزير جو بيان به ٻڌايو ويو، جنهن ۾ هن چيو هو ته: ”هن واقعي ڪري، شرم کان اسان جي پوري قوم جو ڪنڌ جهڪي ويو آهي. ڏوهارين کي هن غير انساني ڪرتوت ڪري سخت کان سخت سزا ڏني ويندي.“

گورنر به اعلان ڪيو: ”هي ڏگهٽنا اسانجي ملڪ تي ڪارنهن جو داغ آهي. ايندڙ نسل ۽ مستقبل جا تاريخ نويس، اسان تي لعنت جو وسڪارو ڪندا. مان تيستائين سک جو ساهه نه سمهندس، جيستائين هنن رذيلن کي پنهنجي ڪئي جي ڪڙي کان ڪڙي سيکت نه ملي آهي.“

ٻئي ڏينهن سڀني اخبارن، وڏيون وڏيون سرخيون ڏئي، هن واقعي جا تفصيل ڇپيا. ڪن حملو ڪندڙن ڇوڪرن،

ڪن حمليٽيل ڇوڪرين، واردات جي جڳهه، ۽ اڪين ڏٺن شاهدن جون تصويرون به ڏنيون ويون.

ڪيترن اکين ڏٺن شاهدن، جن ۾ موٽر وارا به هئا ۽ وانهڙو به ۽ چوڪيدار به، تن جا ذري پرزي بيان شايع ڪيا ويا. هڪ ٻن ڇوڪرين جا بيان پڻ ڏنل هئا.

ملڪ جي ڪيترن ئي سياسي رهنمائن ۽ عالمن هن واقعي تي بيان ڏنا هئا. اسيمبلي ميمبر بندوخان چيو هو تہ: هي هڪ اهڙو ڏوهه ڪيو ويو آهي، جو ڏوهارين کي وچ بازار ۾ ڦاهيءَ ڏني وڃي. هُن ملڪ جي نوجوانن جي ڪريل اخلاق تي ماتم ڪيو هو، ۽ ان تي افسوس جو اظهار ڪيو هو تہ هنن بيقصور نياڻين جو راهہ گناهہ مستقبل اونداهو ڪري ڇڏيو.

ديني پارٽيءَ واري مولانا قدرت الله، ان تي به وڏي ڏک جو خيال ظاهر ڪيو تہ: هي ڇوڪرا تہ بي غيرت ٿيا، پر انهن ڏسندڙن ۽ پوليس کي غيرت ڇو نہ آئي! هنن کي گهربو هو تہ اهڙن ڏوهارين کي ٽنڊي تي ئي شوٽ ڪري ڇڏين ها، جيئن اسانجي قوم، اهڙن ڪميڻن جو منهن ئي نہ ڏسي ها. هن اهو بہ ويچار ظاهر ڪيو هو تہ جيسين انهن زانين کي سنگسار نٿو ڪيو وڃي، تيسين اسانکي پاڻ کي مسلمان ۽ پنهنجي ملڪ کي اسلامي رياست ڪوٺڻ جو حق ڪونهي. هن نئين نسل جي ڪرندڙ اخلاق تي بہ ڏاڍي چنتا ظاهر ڪئي هئي. هن جي خيال ۾ اهو ڇوڪرين تي نہ، پر اسلام تي حملو هو.

ان ڏينهن گهڻو ڪري سڀني اخبارن، ايڊيٽوريل ۾ هن واقعي جي باري ۾لکيا ۽ بيحد ڏک ۽ ڏمر جو اظهار ڪيو.

ايڊيٽر رحمان علي، ملڪ جي مشهور ترين اخبار جي ايڊيٽوريل ۾ هي به لکيو: 'ملڪ ۾ بيقانوني ايترو وڌي وئي آهي، ۽ مجرمن جو من ايترو وڌي ويو آهي، جو ڏينهن ڏٺي جو، ايترن ماڻهن جيموجودگيءَ ۾ هھڙيون اخلاق سوز ۽ انسانيت سوز حرڪتون ڪيون ويون. هاڻي حڪومت جو فرض آهي ته نه رڳو هنن پاپين کي مثاليسزا ڏئي، پر اسان جي نياڻين جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پورا پورا حفاظتي قدم کنيا وڃن، جيئن آئيندي اهڙيـن گهٽنائن کي ٻنجو ملي. اسان هن واقعيڪري سڄي دنيا ۾ ڪلٺهاب ٿيا آهيون. هھڙو واقعو دنيا جي تاريخ ۾ ڪٿي به ڪونه ٿيو آهي، ۽ وري ٿيو به ان ملڪ ۾آهي، جنهن جي باري ۾اسانجي دعوا آهي تـه هيءَ وڏي ۾ وڏي اسلامي رياست آهي. جي هنن ڏوهارين تي ڏورو به رحم ڪاڏو ويو ته ايندڙ نسل اسانکي هرگز معاف نه ڪندا، ۽ دنيا به اسان ڏي آڱريون ڪڻندي.'

اردوءَ جي هڪڙي قومي شاعر، ان ڏينهن اخبار ۾ جو قطعو لکيو، ان جو مطلب هن ريت هو: وڏي ۾وڏي اسلامي رياست ۾ هھڙا هاڃا ٿي ويا، آسمان چو نه ڪريو، زمين چو نه ڦاٽي، قيامت چو نه ڪڙڪي!

اڄ باقي رهيل شاگردن کي به گرفتار ڪيو ويو. پر.... ان ڏينهن گذرڻ ڪانپوءِ ايندڙ رات جو دير دير

سان، هن مشهور ترين اخبار جي آفيس ۾ ٽڪڙي ٽڪڙي
هڪ گڏجاڻي سڏائي وئي. ان ۾ شامل ٿيندڙ هئا:
اسيمبلي ميمبر بندو خان، ديني پارٽيءَ وارو مولانا قدرت الله،
ايڊيٽر رحمان علي، قطعا لکندڙ قومي شاعر، گرلس ڪاليج
جون پرنسيپال ۽ نائب پرنسيپال، واقعي سان ڳنڍيل
ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن مان ڪن جا پيئر، ۽ شهر جون ڪجهه
دولتمند ۽ مشهور هستيون ۽ ڪيترائي اسيمبلين جا ميمبر،
وڪيل، اخبارن وارا ۽ ايڊيٽر.

ڪيئي ڪلاڪ هيءَ ميڙ جاري رهيو ۽ بحث مباحثو
ٿيو. تقريرن ۽ تجويزن جو تت هي هو: "اسان کان غلطي
ٿي، وڏي غلطي ٿي، ڪالهه کان اسان گلهه ڳالهه ڪري بيان پئي
ڏنا آهن ۽ اهو پتو نه پيو ته پنهنجي ئي ڪوپريءَ ۾ پستول
ڇوڙي رهيا آهيون. ائين برابر آهي ته ڇوڪرين سان ڪجهه
زيادتي آهي ۽ هنن جي پيئرن کي صدمو رسيو آهي، پر هاڻي
جي وڏيڪ نقصان ٿيو ته اسانجي طبقي کي ئي پهچندو،
ڇو ته سڀ پنهنجو پاڻ ۾ آهيون، اسان جن، ڏينهن رات
ڪوشش ڪري نوڪرين، تعليم، ملڪيتن، ڪارخانن ۽
واپار تي پورو قبضو ڪيو آهي، سي پاڻ ئي ڇوڪرن جي
بازاري حرڪت ڪري پاڻ کي ڇيهو رسائي رهيا آهيون.
ڏکويل پيئرن کي عرض ٿو ڪجي ته پنهنجي طبقي ۽ تهذيب
خاطر سيڪجهه درگذر ڪن، پنهنجو پاڻ ۾ پرچي ويندا سين
ته هاڻي به بچاءُ ٿي ويندو."

"اها به اسانجي خوشقسمتي آهي جو ٻن اکين ڏٺن

شاهدن کان تہ پريس وارا ۽ پوليس شاهدين وٺي چڪا
پر پرنسيپالڻ ۽ نائب پرنسيپالڻ رهيل آهن، ڇو جو صدمي
۽ هيبت ڪري، ڪالهہ هو بيان ڏيڻ جي لائق نہ هيون.
هاڻي هو بيان ڏئي سڄي معاملي کي ناهي سگهن ٿيون.
وڪيلن فني نڪتن تي صلاحون ڏنيون.

مولانا قدرت الله، جو هر وقت پان چٻاڙيندو رهندو هو،
۽ جنهن جا چپ، ڏند، زبان ۽ ڏاڙهي پان جي رنگ ۾ غليظ
رهندا هئا، ۽ جنهن جي وات ۾ پان هجڻ ڪري ڳالهائڻ
وقت اهڙو آواز نڪرندو هو جهڙو بي- بي- سي ۽ جو آواز
موسم خراب هجڻ جي حالت ۾، تنهن چيو، ”جي انهن
ڇوڪرن ۾ هڪڙو بہ سنڌي هجي ها تہ خدا جو قسم مان
قرآن تي هٿ رکي اهو چوڻ کان ڪين ڪيٻايان ها تہ
انهيءَ ئي اسانجي هنن ويهن ئي نياڻين جي عصمت خراب
ڪئي ۽ ٻيا سڀ ڇوڪرا هنکي روڪيندا رهيا. پر افسوس
تہ انهيءَ ٽوليءَ کي تہ ڇڏيو، پر ان پوري ڪاليج ۾ سڀ
پاڪستاني شاگرد آهن، هڪ بہ سنڌي ڪونهي.“

اسيمبلي ميمبر بندو خان چيو، ”اها ئي تہ ڳالهہ ماري
ٿي تہ هڙئي شاگرد پنهنجا هئا، سنڌي هڪ بہ نہ هو. مان
توهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ جي رڳو ڇوڪرين ۾ ئي
ڪا سنڌڻ هجي ها، تہ مان ڪورٽ ۾ اهڙا عيني گواهہ
اچي حاضر ڪريان ها، جي خدا جو قسم کڻي ٻڌائين ها
تہ انهيءَ سنڌڻ ئي ڇالاڪيءَ سان سڀني ڇوڪرين کي

ڏناريو ۽ ساده لوح ڇوڪرن کي ڇوڪرين جي ليڇ لٽڻ تي مجبور ڪيو.“

ايڊيٽر رحمان عليءَ چيو، ”مان سياڻي ٿـي اچوڪين خبرن جو رد ڏيندس. مان لکندس ته اسلام دشمن ڪميونسٽن وڏاءُ ڪري اهي غلط خبرون اخبارن کي ڏنيون هيون.... ۽ ها اهو به لکندس ته حقيقت هن ريت هئي تـه اسلام پسند شاگردن، ڪميونسٽن خلاف جلوس ڪڍيو ۽ گرلس ڪاليج وٽ نعرا هنيا، اتي جي شاگرديائين کي شريڪ ٿيڻ لاءِ چيو. انڪري شاگردن ۽ شاگرديائين جو پاڻ ۾ بيٺي بيٺي بحث مباحثو ٿيو ۽ ايترڙي ڳالهه کي ڪميونسٽن افسانو بنائي ڇڏيو.“

پرنسيپالڻ ۽ نائب پرنسيپالڻ کي چيو ويو ته هو ايڊيٽر جي ان ڳالهه جي پٺڀرائي ڪن. ٻين ايڊيٽرن ۽ اخبار وارن کي پڻ ساڳي هدايت ڪئي وئي. ڇوڪرين جي پيئرن کي به سمجهايو ويو ته هو پنهنجي ڌين کان ڪالهوڪين خبرن جو رد شايع ڪرائين.

اها ڇوڪري، جنهن جو دماغي توازن بگڙي ويو هو، تنهنجو پيءُ هن سڄي ڪارروائي دوران، بنا ڳالهائڻ اکين مان ڳوڙهن جا درياهه وهائيندو رهيو.

رات جي هن وڳڙي موسم پليري هئي. وڻندڙ هوا لڳي رهي هئي ۽ هن اخبار جي عمارت واري رستي تي بجليءَ جي بلبن ۽ نيون سائينس جي رنگين روشنائين ڪري ماحول رنگ برنگي هو.

پر ان وقت اوچتو ڪني پاڻيءَ وارو گٽر ڦاٽي پيو ۽ ان جو ڪين ڪچرو رستي تي وهڻ لڳو، ۽ ان جي نڪ ساڙيندڙ بانس آسپاس پکڙجي، فضا جي خوشگواري ختم ڪري ڇڏي.

جي انسان جي دماغ وارو بيحيائي ۽ بيغرتي، ڪوڙ ۽ دولاب وارو خانو ڦاٽي پوي ته به جيڪر اهڙي ئي بانس پيدا ڪري نڪ ساڙيندڙ، اکيون بند ڪندڙ.

ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ هي خبرون به پڙهندڙن پڙهيون:

ڪالهوڪي گرلس ڪاليج واري گهٽنا جي وڌيڪ جاچ مان معلوم ٿيو آهي ته حقيقت صفا ابتڙ هئي. ڳالهه رڳو ايتري هئي تہ هڪڙي ڪاليج جي اسلام پسند شاگردن، ڪميونسٽن خلاف جلوس ڪڍيو هو، ۽ گرلس ڪاليج وٽ پهچڻ تي، هنن ڇوڪرين کي به ان ۾ شامل ٿيڻ تي زور ڀريو، جنهن تي ٻنهي ڌرين ۾ گرما گرم بحث ٿيو. بس ايتري ڳالهه کي اسلام دشمنن تيليءَ مان ٿنڀ بنائي ڇڏيو، ۽ اخبارن کي غلط خبرون ڏنيون.

ٻي خبر هئي: جڏهن گرلس ڪاليج جي پرنسيپال ۽ نائب پرنسيپال کي پڪڙيل شاگرد ڏيکاريا ويا، تڏهن هنن چيو ته: ”اسان هنن کي اول نہ ڏٺو آهي، ۽ جيڪي ڇوڪرا اسانجي ڪاليج ۾ آيا هئا، انهن ۾ اهي ڪونہ هئا.“

(۱۱- جنوري ۱۹۷۳ع)

# بلندي

هن کي پنهنجي ئي وطن، پنهنجي اصلي ديس، پنهنجي جنم شهر تي حملو ڪرڻو هو.

جوڌپور جي هوائي اڏي تان، ٽي هوائي جهاز، تير وانگر اڏاڻا. هنن کي حيدرآباد تي حملي ڪرڻ جون هدايتون هيون.

انهن مان هڪڙو جهاز فلائيٽ ليفٽيننٽ گوپال موٽواڻي هلائي رهيو هو. هي هڪ ”هنٽر“جنگي جهاز هو. ان جي ميهارُ، سيسر جي سسيءَ وانگر هئي، رنگ سليٽي هو، ۽ پٺيءَ پاسي پيلي رنگ جا دائرا نڪتل هئس.

گوپال موٽواڻي، ڇوٽيهن سالن جو نهايت صحتمند، سگهارو، قداور، ڦڙت ۽ رنگ جو گورو هو.

هو جهاز تمام هيٺ اڏائي رهيو هو، جيئن مخالفن جي راڊر (Radar) تي ان جو عڪس ظاهر نه ٿئي، ۽ هنن کي سنڌ سرحد ۾، هن جي داخل ٿيڻ جي سڌ نه پوي.

هو سنڌ جي دنگ تي پهتو ۽ آڪري اندر گهڙيو. هن ڏي ڪا گولي نه ڇوڙي وئي ۽ نه نشانو بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ڪو ڌماڪو نه ٿيو، ڪو ٺڪاءُ نه ٿيو، نه ڪنهن توب جي بم جو دونهون فضا ۾ پکڙيو.

*　*　*

هيٺئر هيٺ ڏرتيءَ تي نگاه پوڻ سان هن جي دل ائين ڌڙڪي، ڄڻ ته جنهن سپرينءَ خاطر سالن کان سڪندو ٿي وتيو، سو اوچتو سامهون اچي ويو هوس. هن جي ذهن جي سانتيڪي سمنڊ ۾ يادين جون لهرون اٿڻ لڳيون. حيدرآباد مٿان پهتو ته ان سانتيڪي سمنڊ ۾ طوفان برپا ٿيڻ لڳو.

صبح جا ڏه وڳا هئا. ڊسمبر جو سج ڪاپارتي هو. آڪاس نيرو، هوا صاف ۽ فضا شفاف هئي. پنهنجو شهر ڏسي، گوپال جي اکين جا سج روشن ٿي ويا. بلنديءَ تي هوندي به هن کي، شهر جو چپو چپو چٽو نظر اچڻ لڳو، ذري ذري ۾ نور سمايل هو.

هن شهر ۾ ئي ته هن پنهنجي حياتيءَ جا پهريان ويهه ورهه گذاريا هئا. هتي جو انچ انچ هن جي روح ۾ رچيل هو. هتي ئي ته هن جي جنم جنم جون سائتيون، جنم جنم جا پيار، جنم جنم جا سنگتي هئا. هن جي جسم جو ذرو ذرو هن مهان مٽيءَ سان جڙيل هو.

هو فرض جي ڪئن ـ کان آجو ٿي، ويچارن جي وهڪري ۾ لڙهڻ لڳو: هيءَ ته اهو سنڌو درياه آهي، جنهن جي ڪناري تي گهمندي، جنهن جي پاڻيءَ ۾ ترندي، جنهن جي واريءَ ۾ کيڏندي، هن جيون جون سڀ ۾ سڀون گهڙيون ڏٺيون هيون.

اجها اها ئي ته ڪوٽڙيءَ واري پُل آهي، جنهن تان هو ڳچوانيءَ کي، هٿ هٿ ۾ ڏئي، لڏندو لمندو، لنگهندو هو ۽ پيار ونڊيندو هو.

اهي ئي تہ آهن نديءَ جي ڪناري نم جا وڻ، جن جي ڇانوَ ۾ هو وڃي وهندا هئا، ۽ هوا جا هلڪا جهوٽا ، نم جي وڻن جي جهڳٽي مان جيون گيت آلاپيندا لنگهندا هئا.

اتي ئي تہ هو ٻئي نهال مهاڻي جي ٻيڙيءَ ۾ سير ڪندا هئا. هن جو واريءَ ۾ ڪايل پلو ڪائيندا هئا، هن جي واتان لطيف سائينءَ جا راڳ ٻڌندا هئا.... مٺڙو ملڪ، مٺڙا ماڻهو، مٺڙو پاڻي، مٺڙا گيت، مٺڙي ٻڳواني، مٺڙا ماڻهو!

”ها، اجهو هيءَ ”قليلي“ آهي. ان جي ڪنڌيءَ تي ئي تہ اهو ڪاليج آهي، جتي ايم- اي تائين پڙهيو هو. اتي ئي ٻڳوانيءَ سان ڏيٺ ويٺ ٿي هئي، ۽ پيار جو پيچ پختو ٿيو هو. اهي ڏينهن، اهي نينهن. اتي جون يارين ۽ دوستيون اتي جون سياسي گڏجاڻيون، ادبي ڪچهريون ۽ راڳ رنگ جون محفلون. انهيءَ وايو منڊل ۾ ئي هن ڪهاڻيون لکيون: سنڌ ديس جون، آزاديءَ جون، قوميت جون، وطنيت جون، انقلاب جون. انهن ڪهاڻين ۾ ئي تہ هن سنڌ ڌرتيءَ تي پنهنجي آئيندي جا انسغا بنايا هئا.

هي ڀرسان ئي سينٽرل جيل آهي. شاگرديءَ جي زماني ۾ هو ڏيڍ سال هن جيل ۾ واڙيو ويو هو، ڇو جو هن پنهنجي ديس جي آزاديءَ جو نعرو هنيو هو، ۽ راڄنيتي هلچل ۾ ڀرو ورتو هو.... ۽ جتي هن ڪي اگهاڙو ڪري، ويهہ ڦٽڪا هنيا ويا هئا تہ پنهنجي زير زمين ساٿين جا نالا ٻڌائي. پر هو اٽل رهيو هو.

* * *

اوچتو جهاز کي ڌوڏو آيو. پر هن پاڻ سنڀالي ورتو. زمين تان ڇُٽيندڙن جي هڪڙي گولي، جهاز جي پڇڙيءَ سان گسندي لنگهي وئي. ڪنهن به قسم نقصان کان بچاءُ ٿي ويس.

* * *

۽ هوڏانهن هو پيو ڏسجي وڏيالا هاءِ اسڪول جو ٽاور. اتي ئي هو پهرين پهرين پڙهيو هو، ڪتابن سان پيار ڪرڻ سکيو هو. ننڍپڻ جا ناتا، ننڍپڻ جا ساٿ، ننڍپڻ جون رانديون، ننڍپڻ جون حرڪتون، اهي چيزون ئي ته زندگيءَ جو عجيب سرمايو آهن. هو اهو سرمايو ڪنهن کي ڏيکاري، ڪنهن کي ٻڌائي، ڪنهن کي ياد ڪرائي!

* * *

۽ هن جو گهر! اهو ان هاءِ اسڪول جي ڀرسان آهي. ڪيتيل جڳهين هجڻ ڪري، هو پنهنجي ان گهر ۽ ٻين جاين ۾ مٿان فرق ڪري ڪونه سگهيو.

اهو گهر، جيڪو هن کان زوريءَ ڇڏرايو ويو هو. هن جي گهر وارن، ۱۹۴۷ع ۾ هتان نه لڏيو هو. هنن جا ڪيترا مائٽ هندستان هليا ويا. هنن پنهنجي ڌرتيءَ کان ڌار ٿيڻ گوارا نه ڪيو. ڀڳوانيءَ وارا به هي ملڪ ڇڏي ويا. وڃڻ ويل، ڀڳوانيءَ هن کي هٿ ٻڌا، منٿون ميڙون ڪيون، پيار جا واسطا ڏنا. هن محبوب جي پيار کي پٺي ڏني، پر وطن جا وڻ ڇڏڻ لاءِ تيار نه ٿيو.

پوءِ ۱۹۵۳ع ۾ اوچتو ئي اوچتو، ٻاهران آيلن، هندن

کي هتان پچائڻ لاءِ، فساد برپا ڪيا، ۽ هنن جو قتلام شروع ڪيو. هو هنن جي گهرن تي حملو ڪري آيا. هنن کي بچائڻ لاءِ پنهنجا مهل تي پهچي ويا. هنن جي جان ته بچي وئي، پر هيءُ ملڪ ڇڏڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو نظر ڪونه آين. هو رت جا ڳوڙها ڳاڙيندا، هن ديس کان ڌار ٿيا.

گوپال وڃڻ وقت به اهو ئي سوچيندو ۽ پاڻ کي آٿت ڏيندو رهيو ته اسين هتان هميشه لاءِ نه وڃي رهيا آهيون، اسين وري ضرور هتي ايندا سون.

* * *

هو لاهور، سيالڪوٽ ۽ بهاولپور تي بمباري ڪري چڪو هو. هو اڪثر سوچيندو هو ته جي مونکي سنڌ تي حملو ڪرڻ جو حڪم مليو ته مان ڪيئن ڪري سگهندس! شايد منهنجي دل نه مڃي. پوءِ وري ويچاريائين ته حملو ڪرڻ ضروري آهي. جنهن رفتار سان هندستان ڪاميابي حاصل ڪري رهيو آهي، جي ڪاميابيءَ جي اها رفتار قائم رهي ته پوءِ ئي منهنجي پنهنجي سنڌ ڏانهن موٽي وڃڻ جي راهه کلندي. هن کي اهو به ياد اچي ويو ته هن هوائي فوج ۾ داخلا فقط ان خيال کان ورتي هئي ته هو، پنهنجو سنڌ واپس وڃڻ جو حق وري حاصل ڪري سگهندو.

پر جڏهن هو سچ پچ پنهنجي جنم جي شهر مٿان پهتو ته ان کي نقصان پهچائڻ جو پاڻ ۾ ست ساري نه سگهيو.

پنهنجي ننڍپڻ جي يادگارن، جتي هن بانبڙا پاتا، ڪڏيو

۽ ڪيڏيو، گهميو گهتيو، پوپٽ ڦاسايا ۽ لغڙ اڏايا، جتي هو رهيو ۽ پڙهيو، جتي هن آزاديءَ جا گيت ڳايا ۽ سنڌيت جون ڪهاڻيون لکيون، جتيجو هن پاڻي پيتو ۽ نمڪ کاڌو، جتي پيار ونديا ۽ سکيا ڏينهن ڏٺا، انهن پوتر جاين مٿان بم ڪيئن ڪيرائي. ڪيئن پنهنجي ڌرتي ماتا کي زخم پهچائي!

هن کي هوائي اڏي، ريلوي لائين ۽ درياهه جي پل کي نشانو بنائڻو هو. هو بنائي ٿي سگهيو. پر هن نه بنايو.

هن کي محسوس ٿيڻ لڳو ته هن جي جسم سنڌ ڇڏي هئي، پر هن جو روح هتي هو. هن جي جسم سفر ڪيو هو، پر هن جو روح هتي رهجي ويو هو. هن کي ائين محسوس ٿيو ته هو هاڻي پنهنجي روح جي ويجهو پهچي ويو آهي.

هيٺان هن تي گولين ۽ گولن جو وسڪارو ٿي رهيو هو. هو گوهيون ۽ لامارا ڏئي ۽ گهتون هڻي، پاڻ کي بچائيندو رهيو. هن جا ٻيا ٻه ساٿي، خبر ناهي ڪهڙي وقت واپس هليا ويا هئا. اها ٻه ڪتل ڪانه رهيس ته هو ڇا ڪري ويا.

هن کي پنهنجي ويچارن جي وهڪري ۾ اهو ٻه هوش ڪونه رهيو ته سندس اسڪئاڊرن ليڊر، وايرليس تي هنکي ڪهڙيون هدايتون يا ڪهڙا حڪم ڏئي رهيو آهي. هن نه اهي ٻڌڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ نه سمجهڻ طرف توجهه ڏنو.

هو پندرنهن منٽ کن شهر مٿان چڪر ڏيندو رهيو. صفا انهيءَ پڪيءَ وانگر، جوان وڻ مٿان ڦيريون ڏئي اڏامندو رهندو آهي، جنهن ۾ هو نانگ، ماڻهو يا ٻئي ڪنهن دشمن کي پنهنجي ٻچن واري آکيري تي قبضو ڪندي ڏسندو آهي.

اها به حيراني هيس ته ايتري دير تائين ڪو به هن ملڪ جو جنگي جهاز سائس مقابلو ڪرڻ لاءِ سامهون ڪونه آيو. ڇا هن وقت منهنجي هيءَ ڌرتي ماتا نڌڻڪي آهي؟

هينئر هيٺ نهارڻ سان هن کي پنهنجي طاقت جو عجيب احساس ٿيڻ لڳو. هو ڪجهه زمين تي ڏسي ٿي سگهيو ۽ ڪجهه تصور ڪيائين. هن جي جهاز مان بم ڪرڻ جي ڊپ کان سڄي شهر جا ماڻهو وڃي لڪا هئا. ڪارو بار بند ٿي ويو هو ۽ گاڏيون بيهي رهيون هيون. ماڻهن جو ساهه مٺ ۾ هوندو. انهن ماڻهن مان، ڪن ٿي ته ڪجهه سال اڳي، هن کي ڌمڪائي ۽ ڌڪي، پنهنجو گهر، پنهنجو ديس ڇڏڻ تي مجبور ڪيو هو. هينئر انهن جي حياتي هن جي هٿ ۾ هئي. هيڪر خيال آيس ته پنهنجي پراڻي گهر مٿان بم ڦٽو ڪري، جيئن اهي غنڊا، جي ان گهر ۾ هينئر هوندا، ۽ جن هن کان اهو گهر ڇڏرايو هو، سي ختم ٿي وڃن.... وري ويچاريائين ته ڪن غنڊن جي ڪري، هو ڇو پنهنجي اصلي دوستن ۽ ديس واسين جي حياتي خطري ۾ وجهي.... وري به هڪ لمحي لاءِ دل ۾ نفرت ۽ حقارت جو اهڙو جوالا مکي ابريس جو ويچاريائين ته جهاز ۾ پيل باروت جا بم ڊاهيندو وڃي.... ۽ هن جي جهاز ۾ باروت ۽ بمن جو ايترو ذخيرو موجود هو، جو شهر جو وڏو حصو تباهه ڪري ٿي سگهيو.... پر ٻئي لمحي هن جو خيال مٽجي ويو. هو سڪن سان گڏ آلا نه ساڙيندو. پروان سان گڏ پنهنجو وار ونگو نه ڪندو. جي اتي غير، غنڊا، قاتل ۽ لٽيرا آهن ته هن جا ننڍپڻ جا

دوست يار ۽ ساٿي پڻ آهن. اتي هن جي پنهنجي ڌرتي به آهي. هو پنهنجي ڌرتي، پنهنجي ڌرتي ماتا کي ڪيئن زخم پهچائيندو!

* * *

هو وري پنهنجي ننڍپڻ جي نشانن کي ڏسڻ ۾ محو رهيو. ساڳئي وقت، هو پاڻ کي بچائيندو به رهيو. هو ڏاڍو ذهين شخص ۽ هوشيار هواباز هو. پر هن زمين جي پيار ۽ هن ڌرتيءَ جي ڏسڻ جي جنون ۾ هو وڏا جوکم کڻي رهيو هو.

ڦيريون پائيندي، هن جو وري درياه ڏي ڌيان ڇڪجي ويو. هن غور سان ڏٺو. هيٺيرو اڏامي ڏٺو. هن به ويهه سال هن درياه کي ڏٺو هو، اتي وهندو هو، ان جي پوچا ڪئي هئي. پر انهن ويهن ورهين ۾ ڪڏهن به پاڻي ايترو گهٽيل ڪونه ٿيو هو. هينئر ڇڻ ته ڪو واٽرڪورس وهي رهيو آهي ۽ ڪٿي ڪٿي واريءَ جي دڙن جي وچ ۾ پاڻيءَ جا ڍنڍا وڃي بچيا آهن.... ته ڇا ڪو هينئر اهڙو راڪاس پيدا ٿيو آهي، جو سنڌو درياه جو پاڻي ڏوکهي ويو آهي. سنڌوءَ جو جوش ۽ جواني، موج ۽ مستي ته پاڻيءَ سان آهي. هاڻي سنڌو پڌرو پيو نظر اچي.

* * *

اتي اوچتو سندس مخالفن جا به جنگي جهاز اچي پهتا، ۽ هن کي گهيرو ڪري ويا، ۽ هن جي جهاز تي گولين جو وسڪارو لڳائي ڏنائون. گوپال خبردار ٿي ويو. هن جو جنگي حس جاڳي اٿيو. فضا ۾ اڏ ڪلاڪ ملڪ پئي ٿي

هلائون ۽ لڪائوڪي ٿيندي رهي. نيٺ گوپال، پنهي جهازن کي تباهه ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.... ٻئي جهاز پاهين جي پيڙ ۾ دونهين جي ڪڪر ۾، تمام پري، الائي ڪٿي وڃي زمين تي ڪريا.... گوپال کي پنهنجي هيءَ سوپ ڏسي، ائين محسوس ٿيڻ لڳو، ڄڻ ته هو، پنهنجي ڌرتي، ڌارين کان آزاد ڪرائي چڪو هو.

هينئر ٻه هن واپس اڏامڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي. پر هن سوپ جي خوشيءَ ۾ هو پنهنجيون پرائيون جڳهيون، ڀرپور نظرن سان ڏسڻ واسطي ڏاڍو هيٺ اچي ويو. ان مهل، هيٺان مارو ڪنڌڙ توبن جو هڪ گولو هن جي جهاز کي لڳو. جهاز کي باهه وڪوڙي وئي.

هو هوائي ڇٽيءَ رستي هيٺ لهڻ لڳو. جهاز ته ڪي ڪوهه وڃي پري ڪريو. گوپال اچي زمين تي لٿو. پهچڻ سان ڌرتيءَ تي سيس نوايائين، ۽ اوندي منهن ليٽي آنند سان پيو رهيو. ڄڻ وڇڙيل ٻار، پنهنجي ماءُ جي گود ۾ پهچي ويو هو.

(١٩ - جون ١٩٧٤ع)

# هڪ خبر جي چنڊ ڇاڻ

جيڪڏهن توهان گذريل ڏهن ڏينهن جون اخبارون پڙهندا رهيا آهيو ته جنهن واقعي جي باري ۾ مان هيءَ ڪهاڻي لکي رهيو آهيان، انهيءَ طرف توهان جو ڌيان ضرور ڇڪيو هوندو. ڇو ته ان دوران، ان واقعي تي خبرون، خط، ايڊيٽوريل، ڪالم، تبصرا، راڄنيتي اڳواڻن جا بيان ۽ تقريرون، سياسي پارٽين جا ٺهراءَ ۽ گهرون، جام ۽ وڏين وڏين ۽ ٿلهين ٿلهين سرخين سان پڌي شايع ٿيا آهن.

اهو سڀڪجهه خاص ڪري اڙدو اخبارن ۾ پڌي ٿيو آهي.

منهنجي سامهون انهن ڏينهن جون اخبارون پيون آهن. مان انهيءَ گهٽنا جي باري ۾ جدا جدا اخبارن جي خبرن، ايڊيٽوريلن، تبصرن ۽ بيانن مان ڇونڊ ٽڪرا، جي مونکي پنهنجي ڪهاڻي ڪاڻ گهربل آهن، سي هيٺ درج ڪريان ٿو: ڪراچيءَ جي هڪڙي اخبار جي خبر:

حيدرآباد ۾ پوليس، مزورن جي جلوس تي لٺبازي ڪئي، ڳوڙها آڻيندڙ گيس هلائي ۽ گوليون ڇوڙيون. جنهن وجي ٿو ته فلاڻي ڪارخاني جي پورهيتن، مالڪن کي نوٽيس ڏنو هو ته سندن گهرون منظور نه ڪيون ويون ته هو هڙتال ڪندا. مالڪن انهن گهرن منظور ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ سرڪار ان هڙتال کي غيرقانوني ٺهرايو.

پر مزورن پنهنجي جائز گهرن مڃارائڻ لاءِ ني ڏينهن اڳ ڪم بند ڪري، هڙتال شروع ڪري ڇڏي هئي. اڄ هنن احتجاجي جلوس ڪڍيو. پوليس اهي هنن کي روڪيو ته شهر ۾ ١٤٤ قلم لاڳو آهي، ان ڪري جلوس بيقاعدي آهي ۽ ٽڙي پکڙي وڃو. مزورن ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ پوليس سان ڏنڊ ڏيڻ شروع ڪيا.

ڪن مزورن پوليس جي ٽرڪن ۽ لارين تي پٿربازي شروع ڪئي. پوليس لائوڊ اسپيڪرن تي جلوس وارن کي ٽڙوپڙ ٿي وڃڻ ۽ شرارت ۽ پٿربازي بند ڪرڻ جو چتاءُ ڏنو. پر ان جو ڪو اثر ڪونه ٿيو. پوءِ پوليس مزورن تي لٺيون وسائڻ شروع ڪيون. مزورن جواب ۾ وڌيڪ پٿرباز ي ڪئي، پوليس جي چوڻ موجب سپاهين تي بندوقون ۽ پستول هلايا. ان ڪري ڪيترائي سپاهي ڦٽجي پيا.

پوءِ پوليس ڳوڙها آڻيندڙ گيس هلائي. پر وڳوڙي پستولن ۽ بندوقن سان حملا ڪندا رهيا، جنهن ۾ ٻه صوبيدار ۽ ڏهه سپاهي سخت ڦٽجي پيا. ان ڪري مجبور ٿي پوليس کي ٻه گوليون هلائڻيون پئي، جنهن ۾ چاليهه مزور زخمي ٿي پيا. ان طرح پوليس هنگامي تي ضابطو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي. اسي مزورن کي گرفتار ڪيو ويو آهي، جن ۾ مزور اڳوان پڻ شامل آهن....

اهو لکي، منهنجي اندر ۾ ڪجهه هن قسم جا خيال اڀريا: مزورن کي مطالبن جي جواب ۾ جتي ڪٿي گوليون لڳنديون آهن. ظالم مظلوم کي زير ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ

جو زور لڳائيندو آهي. جي واقعي ئي هن هجوم تي پوليس
انڌا ڌنڌ گوليون هلايون آهن ته پوءِ ماڻهو رڳو ڦٽيا ڪونه
هوندا، پر ڪ ئي ڪ ڪيترن کي پنهنجي جان وڃائڻي
پئي هوندي ۽ خبرن تي سينسر ڪري اخبارن ۾ اڌو سماچار
ڪونه ڏنو ويو آهي.

*　*　*

ٻئي ڏينهن واري ساڳي اخبار ۾ خبر هئي:

معلوم ٿيو آهي ته ڪالهه واري هنگامي ۾ پوليس جيڪي
ٻه مزور پڪڙيا آهن، سي سڀ پنجابي، پٺاڻ يا پناهگير آهن.
اسي گرفتار ٿيلن ۾ هڪڙو به سنڌي ڪونهي.

ساڳي تاريخ واري لاهور جي هڪڙي اخبار ۾ هيءَ
خبر هئي:

حيدرآباد جي ڪالهوڪي هنگامي ۾ هڪڙو به سنڌي
مزور حراست ۾ نه ورتو ويو آهي. ڇيو وڃي ٿو ته اتي جو
ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڊي- آءِ- جي سنڌي آهن، ۽ جيڪو
مئجسٽريٽ ڊيوٽيءَ تي هو، اهو پڻ سنڌي هو. اهو به ٻڌڻ
۾ آيو آهي ته سپاهي بہ چونڊي چونڊي سنڌي ڊيوٽيءَ تي
اماڻيا ويا هئا....

اتي مون قلم روڪي سوچيو: اجهو اهو آهي اڙدو اخبارن
جو اصل روپ. جتي ٻَل ملندن، سنڌ ۽ سنڌين کي لوٽيندا.
هو اهو برداشت ڪري نه ٿا سگهن ته ڪٿي به سنڌي ڪنهن
وڏي عهدي تي هجن. مونکي پڪ هئي ته هي سنڌي ڪامورا
جي اڙدوءَ وارن جي عتاب جو نشانو بنيا آهن، سي لائق ۽

خوبين جا مالڪ هوندا ۽ پوري ايمانداريءَ سان پنهنجي فرض ادائي ڪني هوندائون.

پاڪستان ٺهڻ جي گذريل ٢٧ سالن دوران غيرسنڌي اخبارن بابت منهنجو تجربو اهو ئي هو ته اهي ڪوڙا ۽ غلط بياني لکڻ ۾ ماهر آهن. انهن جو مواد سطحي ۽ تعصبي آهي، ۽ اهي عام خلق کي مذهب ۽ پاڪستان جي نالي ۾ ڀڙڪائڻ ۾ پڙ آهن. هنن وٽ پريس جو زور آهي، ان ڪري وقت جي حڪومت هنن کان ڪن هٿي ٿي ۽ هنن کان ڏهڪي ٿي. پريس تي قبضو هجڻ ڪري، اڙدوءَ وارا ڪوڙ جو ڪٽيو پيا ڪائين.

* * *

لاهور جي هڪڙي اخبار جي ايڊيٽوريل مان ٽڪرو:

حيدرآباد ضلعي جي ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڊي. آءِ. جيءَ کي هڪدم موقوف ڪري، هنن تي انڪوائري وهاري وڃي. اهڙا تعصبي عملدار ئي ملڪ جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجن ٿا. پنجابي ۽ پٺاڻ مزور، جي پنهنجا گهر ٻار ڇڏي، پاڪستان جي پيدائش وڌائڻ لاءِ، سنڌ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪرڻ وڃن ٿا، تن کي هراسان ڪرڻ جي اها سازش آهي. اهي ڪامورا ڌاهر پرست ۽ جي. ايم. سيد جا پوئلڳ آهن. اهي پاڪستان جي بنيادن کي اکوڙي رهيا آهن. انهن کي هڪدم مثالي سيکت ملڻ جڳائي....

مون لکن ڪان ساهي ڪئي، دل ۾ سوچيو:

اسانجا سنڌي مزور، پورهيت ۽ هاري، جي هن سرزمين جا اصل رهاڪو ۽ اصل مالڪ آهن، سي بکيا، بيڪار ۽

بيروزگار هجن ۽ انهن کي نوڪريون ڏيڻ کان ڪتو جواب ڏنو وڃي، پر سا ڳيون نوڪريون ڌارين، پرديسين ۽ پين پرڳڻن وارن کي هڪدم ڏنيون وڃن. پوءِ جي سنڌي ان بي انصافيءَ تي دانهون ڪن ته هنن کي اسلام ۽ پاڪستان جي ناليءِ ۾ غدار سڏيو وڃي. اها آهي پاڪستان جي سچڻن جي ذهنيت!

* * *

لاهور جي هڪڙي هفتيوار رسالي پنهنجي ڪالم "حديث جي روشنيءَ ۾" هن ريت ٽيڪا ٽپڻي ڪئي هئي:

حيدرآباد ۾ غيرسنڌي مزورن سان ڌاڌاني ڪرڻ واري واقعي مان ڏسجي ٿو ته ان ۾ ڪميونسٽن جو هٿ آهي. هنن جي آقا مارڪس جو بڌايل اصول آهي ته انسان جاگيرداري ۽ زميداري دور مان ترقي ڪري سرمايي داري ۾ داخل ٿيندو آهي. سرمايي داري دور جو مطلب آهي ڪارخانا ۽ صنعتون. ڪارخانن ۾ مزور هڪ ٿي هنڌ تمام گهڻي تعداد ۾ گڏ ٿين ٿا ۽ گڏ ڪم ڪن ٿا. ان ڪري هنن ۾ ٻڌي ٿئي ٿي. هو تنظيمون ۽ يونينون ٺاهين ٿا. هنن ۾ سياسي سجاڳي ۽ سماجي شعور ٿئي ٿو. ان ڪري هو پنهنجا حق حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪن ٿا. هو هڙتالن ۽ دباءَ جي ذريعي ڪارخاني جي مالڪن کان مناسب اجورو ۽ ٻيون سهوليتون وٺي سگهن ٿا.

ان ڪري اهي مزور، ٻين پورهيتن ۽ هارين کان وڌيڪ منظم ۽ سجاڳ هوندا آهن. ان ڪري سرمايي داري نظام مان

سوشلزم سولائيءَ سان اڀري سگهي ٿي يا سوشلزم ان جو لازمي نتيجو آهي، جو تہ سوشلزم معنيٰ مزورن جو راڄ.

ان ڪري سنڌ جا مارڪس جا چيلا ۽ ڪميونسٽ اها ئي ڪوشش ڪن ٿا تہ ڪارخانن ۾ سنڌي پورهيتن کي نوڪريون ملن. اها ڪميونسٽن جي سازش آهي، ان ڪري اسلامي يڪائيءَ جي تعليم کي نظرانداز ڪيو ٿو وڃي ۽ صوبائيت پکيڙي ٿي وڃي. انهيءَ سازش ۾ ڪي سنڌي آفيسر، انهن ڪميونسٽن جي هٿن ۾ رانديڪا ٿي ڪيڏن ٿا....

منهنجي ذهن ۾ ويچار اڀريو: حقن جي لاءِ لڙڻ ۽ پرماريت جو مقابلو ڪرڻ ڪميونزم آهي تہ پوءِ ڪميونسٽ ڇا ۾ برا ٿيا؟

* * *

راولپنڊيءَ جي هڪڙي اخبار ۾ هيءَ خبر هئي:

راولپنڊيءَ جي اسلامي شاگرد پارٽيءَ جو هنگامي اجلاس ٿيو، جنهن ۾ ان امر تي اچرج جو اظهار ڪيو ويو تہ حيدرآباد جي هنگامي ۾ رڳو پنجابي، پٺاڻ ۽ پناهگير مزورن کي چونڊي چونڊي لٺين ۽ گولين جو نشانو بڻايو ويو ۽ جيل ۾ وڌو ويو، باقي سنڌي مزورن جو وار بہ ونگو نہ ٿيو ۽ هنن کي ڇڙواڳ ڇڏي ڏنو ويو، اهڙا آفيسر اسلام ۽ پاڪستان جا دشمن آهن. اهي ئي تعصب ۽ فرقيپرستي پکيڙين ٿا.

* * *

پشاور جي هڪڙي اخبار جو ڪالم هيئن ٿو چوي:

پاڪستان جي هر باشندي کي حق آهي ته پاڪستان جي ڪنهن به پرڳڻي ۾ وڃي ڪمائي. روزگار خدا جي هٿ ۾ آهي. جو ڪنهن جي روزگار تي لت ڏئي ٿو، سو وڏو گناهه ڪري ٿو. حيدرآباد جي ذميوار عملدارن کي مسلمان چئي نه ٿو سگهجي. سڀ مسلمان پائر آهن. سنڌين جي پاسخاطري ڪرڻ ۽ ٻين پرڳڻن وارن کي ڌنڌا هٽڻ ۽ جيل ۾ وجهڻ غيراسلامي عمل آهي.

مون لکڻ بند ڪري سوچيو:

سرحد وارا هونءَ ته وڏا قوم پرست هجڻ جي دعوي ڪن ٿا، پر هن معاملي ۾ اهو چئي ٿا وساريں ته سنڌين پڻ هتي جي سنڌي پورهيتن جا حق هڙپ ڪري رهيا آهن، پيو ڪو دليل ڪونه ٿو سجهين ته هو به ٻين پرمارن وانگر اسلامي نعري جي آڙ وٺن ٿا.

*　*　*

ڪراچيءَ جي هڪڙي اخبار ۾ هو:

اسلامي شاگرد پارٽيءَ ٺهراءُ پاس ڪيو آهي ته هو سنڌ سيڪريٽريٽ جي آڏو ايستائين بک هڙتال ڪندا، جيستائين حيدرآباد جي هنگامن ۾ سنڌي مزدورن جي پاسخاطري ڪندڙ ڪامورن کي اتان بدلي نه ڪيو ويو آهي....

اهو لکندي، منهنجي ويچارن جو وهڪرو به جاري هو، هڪ سوال جي نشاني بنجي: سنڌي شاگرد ان معاملي ۾

ڇا ٿا ڪن؟

* * *

ساڳي اخبار ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي هڪ ميمبر جو بيان هو:

مزدورن جي پرامن جلوس تي لٺبازي ڪرڻ ۽ گولي هلائڻ جي مان سخت مذمت ڪريان ٿو. ان ڪري هن پرڳڻي جي فضا خراب ٿي سگهي ٿي، جنهن جي جوابداري خود حڪومت تي پئجي سگهي ٿي. هن قسم جي تعصبي آفيسرن کي نه هٽايو ويو ته ماڻهو قانون پنهنجي هٿ ۾ کڻي سگهن ٿا. مون غيرسنڌين جي ميٽنگ سڏائي آهي، جنهن ۾ نيون پيدا ٿيندڙ حالتن کي منهن ڏيڻ بابت سوچيو ويندو. مان مطالبو ڪريان ٿو ته گرفتار ڪيل مزورن کي هڪدم آزاد ڪيو وڃي....

اهو لکي منهنجي دماغ ۾ ڪيترن ئي سوالن ڪر کنيا:

ڪنهن به سنڌي اسيمبلي ميمبر ان معاملي تي ڇو نه بيان ڏنو آهي؟ ڪنهن به سنڌي ميمبر ڇو نه واقعي جي حقيقت کان واقف ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ جي اردو اخبارن ۾ غيرسنڌي اڳواڻن جا بيان ۽ افواهه غلط آهن ته هنن کي ڇو نه منهن ٽوڙ جواب ڏنو آهي؟ جي هو ڏسي ٿو ته صرف تعصب ڪري سنڌي ڪامورن تي گند اڇلائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته ڇو نه ان تي احتجاج ڪيو آهي؟

* * *

اها هئي اردو اخبارن جي ان گهٽنا بابت روئداد.

سنڌي اخبارن پهرين ڏينهن جو اکين ڏٺو احوال ڏنو هو. هنن ان واقعي تي روايتي ۽ غيرجانبدار ايڊيٽوريل به لکيا هئا. باقي ٽيڪا ٽپڻي ڪانه ڪئي هئي ۽ نه وري سنڌي آفيسرن تي لڳايل تعصب جي الزامن بابت ڪجهه لکيو هو.

منهنجي دل ۾ آيو: سنڌي اخبارن کي، ڪارخاني ۾ واردات واري جڳهه تي پنهنجا خاطو موڪلي حقيقتون هٿ ڪرڻ کپنديون هيون ۽ اردو اخبارن جي الزامن جو جواب ڏيڻ کپندو هو.

* * *

هڪ سنڌي اخبار جي تازي پرچي ۾، هڪڙي ڪنڊ ۾ هيءَ خبر درج هئي: حيدرآباد جي هنگامن جي باري ۾ ميرپورخاص ۾ هڪ فرقي جي شاگردن شهر ۾ جلوس ڪڍيو. هو سنڌ ۽ سنڌين خلاف دل آزارينڌڙ نعرا هڻي رهيا هئا. رستي تي هنن ”جيئي سنڌ“ جي آفيس تي حملو ڪري، ان جو فرنيچر ڀڃي ڇڏيو ۽ هڪ سنڌيءَ جي هوٽل تي پٿربازي ڪري درن ۽ درين جا شيشا ڀڃي ڇڏيا ۽ ٻيو گهڻو نقصان ڪيو.

هيءَ خبر اردو اخبارن ڪانه ڏني هئي.

جنهن وقت مان اخبارن مان پنهنجي مطلب جا ٽڪرا نقل ڪري رهيو هوس، تنهن منهنجو هڪڙو سنگتي، جو انفارميشن آفيسر آهي، سو اچي سهڙيو.

هن ٻڌايو: ”حيدرآباد واري واقعي جو غيرسنڌين طرفان اهڙو طوفاني ردعمل ٿيو، سو حڪومت کي مجبور ٿي، هڪ خاص وزير موڪلڻو پيو ته روبرو وڃي، ڪارخاني جي حالتن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، ۽ ڪو تڪڙو تدارڪ ڪري.

” ان وزير جيڪي ماڻهو ساڻ ڪنيا، انهن ۾ مان به هوس. خبر ائين ته اتي ڪهڙي حقيقت کلي؟ اتي معلوم ٿيو ته اتي جو رڪارڊ ۽ هڪ ٻي سنڌي عملدار (جو اڪائونٽنٽ آهي) شاهد آهن ته ان ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ ٻي سؤ مزدورن مان فقط ٻه اصل سنڌي هئا، ۽ باقي سڀ پنجابي، پناهگير ۽ پٺاڻ آهن. اهي ٻه سنڌي به ٻه مهينا اڳ ڪڍي ڇڏيا ويا هئا. سنڌ جي سرزمين تي هن ڪارخاني جا مالڪ ۽ هلائيندڙ غيرسنڌي آهن ۽ هو ڪنهن به ڏيهي ماڻهوءَ کي برداشت نه ٿا ڪن.

”هزارين سنڌي اميدوار مزورن کي جواب ڏئي موٽايو ويندو هو. هنن جون درخواستون ردي ٽوڪريءَ جي حوالي ڪيون وينديون هيون.

”سو ان ڪارخاني ۾ جلوس ۾ سنڌي مزور هئا ئي ڪونه جو هنن جي گرفتار ٿيڻ جو سوال اٿي!

(۵ مارچ ۱۹۷۵)

# ڳاڙهيون ڳاڙهيون جهنڊيون

هڙتال جو ڏينهن،
واندڪائي ۽ نوڪلائي،
هليا ويا آهن هن جا پارڇا،
اوڙي پاڙي ۾،
راند رهڻ ۽ رهاڻيون ڪرڻ،
۽ لڳي ٿو هن جو گهر ائين مسسان،
جيئن پليٽفارم، مسافرگاڏي وڃڻ کان پوءِ.
من ۾ ايترنس ٿا ويچار،
ريل گاڏين ۾ غيرمعمولي پيهه جا.

*   *   *

پر اڄ ته ڪشمير لاءِ هڙتال جو ڏينهن هو. هن کي ته اڄ ڪشمير جي مسئلي جو ڇيد ڪرڻ کپندو هو. پوءِ پلا ريل گاڏين جي پيڙ جو ڪشمير سان ڪهڙو ناتو؟

ميلن ملاکڙن جي موقعي تي ته هن ريل گاڏين ۾ مسافرن جي بيحد پيڙ ڏٺي هئي. پر جڏهن کان هندستان جو ورهاڱو ٿيو هو، تڏهن کان هن گاڏين ۾ اهڙن وقتن تي به غيرمعمولي رش ڏٺي، جڏهن ڪٿي به ڪو ميلو ملاکڙو ٿيڻ وارو ڪونه هوندو هو.

ستاويهه سال اڳ، جڏهن تازو تازو پاڪستان وجود ۾ آيو هو، تڏهن سياڳو، ريتي ڏيشن تي نائب اسٽيشن ماسٽر هو. هو ان وقت نوجوان هو ۽ ذهني طور پڪو مسلم ليگي. ذهني طور ان ڪري جو سرڪاري ملازم هجڻ ڪري عملي طرح سياست ۾ بهرو وٺي نه ٿي سگهيو.

هڪڙي ڏينهن هو پنهنجي ساٿين سان گڏ، پليٽفارم تي پهچڻ واري گاڏيءَ جو انتظار ڪري رهيو هو. ان ۾ هندستان کان پناهگيرن جي پهرين ڪيمپ اچي رهي هئي. گاڏي ويجهو اچڻ تي، ان جي "ڇڪ، ڇڪ" جو آواز ائين محسوس ٿيس جڻ فتح جا نغارا وڄائيندي پئي اچي. اڻ ڇاتل خوشيءَ کان هن جو منهن ٽڙي پيو. سائي جهنڊي لوڏي لوڏي هن جي ٻانهن سانئي ٿي پئي.

ريل گاڏي پهتي. سڀني گاڏن جا در ۽ دريون بند هئا. حالانڪ آرهڙ جا ڏينهن هئا. گاڏي بيهڻ سان ڪي دريون ٿوريون کليون. ڪي هيسايل اکيون، گهٻرايل چهرا ۽ ڏکندڙ چپ نظر آيا، ڪن ڏٻل آواز سان اردوءَ ۾ پڇيو:

"ڇا هي پاڪستان آهي؟"

"ڇا پاڪستان اچي ويو؟"

پليٽفارم تان جواب مليا:

"ها، هي پاڪستان آهي."

"توهان پاڪستان پهچي ويا آهيو."

پوءِ ساري فضا نعرن سان گونجڻ لڳي.

ان گاڏيءَ بابت، سياڳي کي جا حقيقت انهن پناهگير

مسافرن کان معلوم ٿي، سا ڪجهه هن ريت هئي:

هندستان ۾ هنن پناهگيرن کي، پاڪستان پهچائڻ خاطر. ڪنهن نموني گاڏيءَ تائين پهچايو ويو. هندستان جي سرحد تائين، گاڏي جتي به بيٺي ٿي، اتي هندن حملو ڪري هنن پناهگيرن کي لٽي ڦري ۽ خوب ماري اڌيون پويون ڪسرون ٿي ڪڍيون. انهيءَ ڪري هنن گاڏن جي درن، درين ۽ ڳڙکين جا ڪڙا، ڪنڊا ۽ تاڙيون ڏاڍي مضبوطيءَ سان بند ڪري رکيا هئا. پوءِ جڏهن گاڏي پاڪستان جي حدن ۾ پهتي ۽ پاڪستاني پنجاب جي ٽيشڻ تي ٿي بيٺي ته ڊڄندي ڊڄندي (ڇاڪاڻ ته هنن کي پڪ ڪانه هئي ته ڪو هو پاڪستان جي حدن ۾ پهتا آهن) هنن پناهگيرن درين جو طاق ٿورو مٿي ڪري اردوءَ ۾ ٿي پڇيو ته:

”ڇا پاڪستان اچي ويو؟“

ته اتي پليٽفارم تي بيٺل پنجابين هٿ سان اشارو ڪري، وات سان پنجابڪيءَ ۾ ٿي جواب ڏنو:

”اڳيون سي.“ (يعني پاڪستان اڳتي اٿو.)

۽ پناهگيرن ڊپ کان هڪدم وري دريون بند ڪري ٿي ڇڏيون ته اجا گاڏي هندستان ۾ آهي ۽ هندو حملو نه ڪن. اهڙي ريت گاڏي سڄو پنجاب لتاڙي آئي پر هنن کي اهوئي جواب مليو ته پاڪستان اجا اڳتي اٿو.

پر جڏهن گاڏي سنڌ ۾ داخل ٿي ۽ پهرين ٽيشڻ ريتيءَ تي بيٺي، تڏهن پليٽفارم تي بيٺلن طرفان خوشيءَ جو اظهار

ڪپو ويو، هنن جي آجيان ڪئي ويئي، هنبوچيون هنيون ويون ۽ نعرا لڳايا ويا.

"پلي ڪري آيا، جي ڪري آيا، اسان جا مظلوم مسلمان ڀائرو!"

"پاڪستان... زنده باد؟"

"مسلم ليگ... زنده باد؟"

نه رڳو ايترو پر پناهگيرن ڏٺو ته پليٽفارم تي ڪاڏي جون ديڳيون لٿيون پيون آهن، ڊڳڙين جا ڍير لڳا پيا آهن ۽ چلهن تي چانهن چڙهي پئي آهي. هو گاڏيءَ مان هيٺ لٿا ته سنڌين هنن کي ڀاڪر وجهي هنن جو آدرڀاءُ ڪيو، پنهنجائي ڏيکاري، قرب ڏيکاريو، مهمانوازي ڪئي، جن ورهين جا وڇڙيل مليا هئا.

خود سياڳي به ٻين سان گڏ نعرا هنيا ۽ پنهنجن هٿن سان هنن پناهگيرن کي مانيون کارايون، چانهيون ۽ کير پياريا. هو خوشيءَ ۾ ڪٿو نه ٿي پڳو.

هن گاڏيءَ ۾ چڙهيل پناهگيرن جي سنڌ جي هر اسٽيشن تي ساڳئي نموني مرحبا ۽ مهمانوازي ڪئي ويئي. هي پناهگير سنڌ جي گهڻو ڪري وڏن شهرن جي اسٽيشن تي لهندا ويا. هنن جو وڏو تعداد ڪراچيءَ پهچي ويو.

اها هئي ريل گاڏيءَ ۾ پهرين وڏي ۽ غيرمعمولي ڀيڙ، جا سياڳي ڏٺي.

* * *

هندن جي سنڌ ڇڏڻ وقت، گاڏين ۾ هندن جي ڀيڙ

ڏسي خوش ٿيو هو. هن دل ۾ سوچيو هو ته هي اهي ئي ڪافر آهن، جن اسان سنڌي مسلمانن جا حق هڙپ ڪيا هئا، اسان جي نوڪرين، زمينن، جائدادن، ملڪيتن ۽ واپار تي قبضو ڪري، اسان جي حياتيءَ جي ريل ڪي غربت، جهالت ۽ غلاميءَ جي سرنگهه اندر روڪي رکيو هو، اسان جي پرماريت ڪئي هئي.

* * *

پوءِ ڪي سال گذري ويا.

هن ڪي وري گاڏين ۾ غير معمولي پيڙ نظر آئي. ان وقت تازو تازو ون يونٽ وجود ۾ آيو هو. پيڙ فقط انهن گاڏين ۾ هوندي هئي، جي سنڌ ڏانهن اينديون هيون. هو مسافرن کان سندن منزل جو پڇندو هو.

هن کي معلوم ٿيو ته انهن پنجابي مسافرن کي سنڌ اندر واپڊا، انجنيئرز، ريلوي ۽ ٻين کاتن ۾ نوڪريون مليون آهن. هن کي پنجابي هارين جا هجوم به سفر ڪندي نظر آيا. انهن ٻڌايس ته سنڌ ۾ سندن چوڌرين ۽ آفيسرن کي زمينون مليون هيون، جي آباد ڪرڻ لاءِ هو سنڌ ۾ آيا هئا، ڪٽڪن جا ڪٽڪ هجوسن جا هجوم، انبوهن جا انبوهه.

* * *

هاڻي هن جا خيال ڪنهن قدر بدلائي چڪا هئا.

هن وقت هو سوچي رهيو هو ته خود سندس ريلوي کاتي ۾ سنڌي هندن جي خالي ٿيل نوڪرين تي پنجابي ۽ پناهگير رکيا ويا هئا. ڪنهن به سنڌيءَ کي نوڪري نه ڏني وئي

هئي، جيتوڻيڪ ڪيترائي اميدوار آيا هئا ۽ هو پنجابين ۽
پناهگيرن کان زياده لياقت ۽ ڊگرين وارا هئا. خود سنڌس
اها حالت هئي، جو پاڪستان ٺهڻ کان ڏهن سالن کانپوءِ
به سانگهڙ نائب اسٽيشن ماسٽر ئي هو. نون رنگروٽن ۽ هن
کان جونئر ماڻهن کي ترقي ڏئي وڏا آفيسر بڻايو ويو هو،
پر هن جو حق ريڙهيو ويو هو، هن اهو پڻ ڏٺو هو ته هندن
جون توڙي سنڌي جون ڀيون زمينون، جايون، جڳهيون، جائدادون،
ملڪيتون، گهر ۽ هٽ، پناهگيرن ۽ پنجابين کي ڏنا ويا
هئا؛ ذليل ڪيو ويو هو، بدظن ڪيو ويو هو، ۽ سنڌين کي
سڪايو ويو هو، بيروزگار ڪيو ويو هو. سنڌي هاري
اڳئين کان پاڻ وڌيڪ ڏتڙيل، بي زمين، بيدخل، دربدر،
جاهل ۽ وڏيرن جي ظلم جو شڪار هئا.

جيئن پاڪستان جو معاشي ۽ اقتصادي نقشو شڪل
وٺندو ويو، تيئن هن کي محسوس ٿيڻ لڳو ته مذهب جي
بنياد تي هن جي سنڌي هندن کان نفرت اجائي ۽ بي ٻاڙي
هئي. هن ڏٺو ته پنجابي مسلمان ۽ پناهگير مسلمان، سنڌين
لاءِ انهن هندن کان وڌيڪ پرمار، ڦريندڙ، مڪار، منافق
۽ لالچي ثابت ٿيا هئا. اهو طبقاتي عمل آهي. انسانن ۾ ٻه
طبقا آهن: ڦريندڙ ۽ ڦرجندڙ. ڦريندڙ جو ڪو مذهب ڪونهي.
هن جو دين ڌرم ڦرمار ڪرڻ آهي ۽ ايستائين ڦرمار ڪندو
رهندو، جيستائين ڦرجندڙ سجاڳ ٿي، ڏنڊو کڻي، ڦريندڙ
جي ڦرمار ۽ خود ان طبقي کي ئي ختم نه ڪري.

ان ڪري اسان لاءِ سرمايي دار سنڌي هندو ۽ هي

پنجابي پناهگير سامراجي، سا ڳي حيثيت رکن ٿا. البت هندن جي زبان، تهذيب ۽ وطن سا ڳيو هو، ان ڪري گهڻت ۾ گهڻت انهن ميدانن جي واڌاري واسطي اسان چون ڳنڍيل ۽ سا ڳئي طرف ڪوششون هونديون هيون.

* * *

هن جي ويچارن جي ريل، ايڪسپريس جي رفتار سان هلي رهي هئي.

هڪ ڀيري وري هن کي گاڏين ۾ پٺاڻ مزدورن جي پيهه پيهان ڏسڻ ۾ آئي هئي. معلومات حاصل ڪرڻ خاطر، سياڳيو اهڙن مسافرن سان وچي ڪچهري ڪندو هو. پٺاڻن مان پتو پيس ته ڪراچي، ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد ۾ ڪپڙي، مشين جي پرزن، رڪ، سيمنٽ جا ۽ ٻيا ڪارخانا کليا آهن، جتي هنن کي مزوري ملي آهي.

سياڳي کي سڌ هئي ته ڪيترائي سنڌي پورهيت، انهن سا ڳين ڪارخانن مان ڌڪا ٿابا کائي واپس آيا هئا. هنن کي جواب مليو هو ته جڳهه خالي ڪانهي. هنن کي ڳڙهيون جهنڊيون ڏيکاري، اندر گهڙڻ کان ئي منع ڪئي وئي. هن جي اکين اڏو پنهنجي سنڌ ديس جا هزارين لکين بيروزگار ۽ بکيا ڦرڻ لڳا.

* * *

وري هڪنهن لڳا، گاڏين ۾ ڳاهٽ ٿي، وري گاڏين ۾ تير چڻڻ جيتري جاءِ نه بچي، وري گاڏين ۾ ٽري کان ڇت تائين ماڻهن جي ڌڪ ڌڪان ۽ پيهه پيهان هئي. سياڳي

اهو به ڏٺو ته انهن جي مهڙ سنڌ طرف هئي. اهو به پتو پيس ته اهي بهاري هئا، جي بنگلاديش بنجڻ کان پوءِ بنگال مان پڳا هئا. هن جي دل ۾ سوال اڀريو: ڇا سنڌ سڀني جو ٺيڪو کنيو آهي؟

ساڳئي وقت هن ڏٺو ته ٢٥ سالن کان هزارين سنڌي نوڪرين واسطي ڌڪا ڌوڏا کائي رهيا هئا، پر گهربل لياقت ۽ تجربو هوندي به هنن کي موٽايو ٿي ويو. هوڏانهن بهارين کي هڪدم نوڪرين ۾ کنيو ٿي ويو، بلڪ هنن لاءِ اڳواٽ ئي نوڪريون تيار ڪري رکيون ٿي ويون.

هن کي پنهنجي هڪڙي خيال تي خود ئي کِلَ اچي وئي: پناهگير هن ملڪ ۾ آيا ئي بنا ٽڪيٽ هئا ۽ پوءِ جيئن ته جي هر لائين تي بنا ٽڪيٽ ئي هلندا رهيا آهن. نوڪريون به بنا ٽڪيٽ (ڊگري يا سرٽيفڪيٽ) ورتن، ملڪيتون بنا ٽڪيٽ، (دستاويز) ڦٻاين، ڊاڪٽر ۽ انجنير به بنا ٽڪيٽ (سند) بنجي ويا. جيتوڻيڪ ڪالم پُري لاءِ هنن ڪوڙا سرٽيفڪيٽ، ڪوڙيون ڊگريون، ڪوڙيون سندون، ڪوڙا ڪليم ۽ ڪوڙا دستاويز پيش ڪيا، پر هنن مان گهڻا هئا بنا ٽڪيٽ.

جڏهن پناهگيرن سنڌ ۾ اچي سنڌ جي تهذيب ۽ زبان اختيار ڪرڻ کان گوڏناٽي ڪئي هئي، تڏهن سياڳي کي ائين محسوس ٿيو هو ته هڪ پٽڙي تي هلندڙ ريل واري ساڳي پٽڙي تي ڏسي وائسي، سامهون ئي ريل پوري رفتار سان ڇڏي وئي هئي..... ۽ پوءِ هن جي تصور ۾ اهي خطرناڪ

حادثا اپريا، جي سڪ ئي پٺي تي آمهون سامهون تيز ايندڙ گاڏين جي ٽڪر ڪري ٿيا هئا.

مي ۾ پتو سنڌ جو آهي، ان تي صرف سنڌي زبان جي ڳاڻي ملي سگهندي.

* * *

وري ڪنهن سمي، سنڌ ڏانهن ايندڙ گاڏين ۾ سنڌ جي ٽيشنن تي حقن، ڌڙن، هرن، گوڏين ۾ ٻارن ٻچن سميت پنجابين جا قافلا ڏٺائين. پڇا سان پتو پيس ته پنجاب ۾ ٻوڏ آئي آهي.

هن پاڻ کان سوال پڇيو: پر ساڳي وقت سنڌ ۾ به ته اٿل آئي آهي، ته ڇا هتان جا ماڻهو پنجاب ۾ پناهه وٺڻ ويندا؟

هن دفعي پڻ سنڌ جي ٽيشنن تي پنجابي پناهگيرن جون ڪئمپون هيون. پر سنڌين هنن لاءِ ديڳيون ڪونه لاٿيون. ڏڳڙين جا ڍڳ ڪونه لڳايا، کير جا مٽ ڪونه آندا. شايد مهانوازيءَ جو حشر وساري ڪونه سگهيا هئا، يا شايد اڳين مهمانن هنن کي هر شيءِ کان محروم ڪري ڇڏيو هو ۽ هاڻي مهمانوازي ڪرڻ لاءِ هنن وٽ ڪجهه رهيو ئي ڪونه هو.

* * *

پنجاب ۾ قاديانين سان ڦڏو ٿيو ته گاڏيون قاديانين سان پرجي سنڌ ۾ اچڻ لڳيون.

سپاهي سوچيو: سنڌ دنيا جو وڏي ۾ وڏو "پناهگاهه" آهي. هاڻي ته هنن کي مڃڻو پوندو ته سنڌ "سلامتيءَ جي

سرزمين" آهي، سنڌ "امن جو گهر" آهي. پر نمڪحرامي ۽ جو ڪهڙو علاج؟

*   *   *

وري هڪ لڳا، گاڏين ۾ سوات ۽ سرحد جي رهاڪن جي پيڙ ڏٺائين. اتي زبردست زلزلو آيو هو. هزارين ماڻهو مئا هئا. روزگار تہ اتي انبن اڻ لڀ، سو هي ماڻهو سيڪجهہ وڃائي سنڌ ڏي واجهائي رهيا هئا ۽ روزگار جي تلاش ۾ سنڌ نان سواءِ ٻي ڪا واهہ ڪانہ ٿي سمجهين.

*   *   *

اهي ئي هئا ويچارن جا واچوڙا، جي سياڳي جي دماغ ۾ پئي ڦريا. پاڪستان کي ٺهئي اڄ ۲۷ سال ٿي ويا هئا، پر هو اڃا تائين اهو ئي نائب اسٽيشن ماسٽر هو. هن واڪا بہ ڪيا هئا، پر وريو ڪجهہ بہ ڪونہ هوس. هڪ نہ ٻئي بهاني سان هن جي ترقي روڪي وئي هئي.

هنجي اندر ۾، آڳ گاڏيءَ جي بئائلر (Boiler) وانگر ۲۷ سالن جي باهہ پڙڪي رهي هئي.

هو هاڻي هڪ برانچ لائين تي هڪ ننڍي ٽيشڻ جو نائب اسٽيشن ماسٽر هو.

*   *   *

اڄ ڪشمير جي معاملي ۾ ملڪ ۾ هڙتال هئي. هو گهر ۾ ليٽيو پيو هو. سوچيندي سوچيندي پاڻ کان پڇيائين: "عي ڪشمير پاڪستان سان گڏجي ويو تہ ان مان پاڪستان

ڪي ڪهڙو فائدو پوندو ۽ خود ڪشميرين کي ڪهڙو فائدو پوندو."

جواب ۾ هن جي تصور ۾ ڪشميرين سان ڳادت ڏيل ڳاڏيون نروار ٿيون.

هن سوچيو ته ڪشمير سهڻي ماڻري ضرور آهي، جتي ڍڍري، وڏيرا ۽ سرمائي دار موجون ماڻڻ ويندا، پر اهو هڪ پهاڙي علائقو آهي، جتي نه فصل نه ڌنڌو، نه آن نه ڪارخانا .... ۽ پوءِ اتي جا ماڻهو ڳاڏين ۾ پرجي ڪري سنڌ ايندا، ۽ هتي اچا به ڪجهه وڌيڪ سنڌين کي پورهئي ۽ روزگار کان هٿ ڌوئڻا پوندا، ۽ هنن جي ترقيءَ جي راهن ۾ ڳاڙهيون جهنڊيون ڏيکاريون وينديون.

* * *

هن خيال ڪيو ته اسان پاڪستان جو نعرو هڻڻ وقت به ورهاڱو قبول ڪيو هو، لڏپلاڻ قبول نه ڪئي هئي. هن ملڪ کي جيڪو به ڇيهو رسيو آهي، ان جو مکيه جوابدار لڏپلاڻ آهي.... هاڻي اهي پرديل ڪاڏيون اچڻ بند ٿيڻ کپن. دنگن تي ڳاڙهيون بتيون روشن رهن، ڳاڙهيون جهنڊيون ڏيکاريون وڃن ۽ سنگل سدائين مٿي رهن. اهي ڳاڙهيون جهنڊيون ايتريون اوچيون هجن ۽ ايتريون گهٽيون هجن جو، جن جي اکين تي تعصب جي ڌنڌ جو پردو چڙهيل آهي يا اکين ۾ قرمار ڪرڻ ۽ پرماريت جي هوس جو نشو آهي، يا جي سنڌي پٽي تي غيرسنڌي زبان ۽ غير سنڌي سڀيتا جي ريل گاڏي هلائڻ چاهين ٿا، تن کي اهي

ڳاڙهيون ڳاڙهيون جهنڊيون، چٽيون چٽيون نظر اچن، جهڙيون رت ۾ رڱيل.

نه رڳو ايترو، پر ڏينهن جو به سنگلن جون ڳاڙهيون ڳاڙهيون بتيون روشن ڪيون ويون، جيئن هنن کي ڏينهن جا تارا نظر اچن، ڳاڙها ڳاڙها تارا، آمارڻين جهڙا.

(۱۲- مارچ ۱۹۷۵ع)

# نئون ڪردار

ڪاليج ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ، عرب شاگردن جي شڪل شبيهه، رهڻي ڪرڻي ۽ هلت چلت ڏسي، سليمان جي ذهن کي ڌڪڪو رسيو.

هن جي تصور ۾ "عرب" هميشه اهڙي شخصيت رهيو هو، جو مٿي کان پيرن تائين، ڪپڙي جي پوري ڍاڪڻي سان سبيل ڊگهي چوغي يا جُبي ۾ ڍڪيل هجي، جنهن کي ڊگهي ڏاڙهي هجي، جنهن جي هٿ ۾ هر وقت تسبيح سُرندي هجي، جنهن جو گهڻو وقت مسيت ۾ نماز پڙهندي يا تلاوت ڪندي گذرندو هجي، ۽ جنهن جو گذر سفر خيرات ۽ ختمن تي هجي.

هن جي ڳوٺ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪو عرب سڳورو ايندو هو، جو سدائين مٿي پيان ڪيل منهن مهانڊي ۽ هلت چلت وارو هوندو هو. هو سدائين عربي ڳالهائيندو هو يا آيتون پڙهندو هو. ڳوٺاڻا هن جو بيحد احترام ڪندا هئا. هن جا هٿ چمندا هئا ۽ بار بار پيرين پئي ثواب حاصل ڪندا هئا. اهو عرب سارو وقت ڳوٺ جي مسيت ۾ گذاريندو هو، ۽ مسيت جو پيش امام، هن جي موجودگيءَ ۾ پاڻ نماز نه پڙهائيندو هو، پر ان عرب سڳوري کي امامت جا فرض

سو نڀيندو هو. جيترو وقت هو اتي رهندو هو، ڳوٺ جو ٻچو ٻچو، هن جي خدمت چاڪري ڪندو هو. هن کي پلي کان پلو ڪڍڻو ڪارايو ويندو هو ۽ ڪپڙي لٽي ۽ ڏوڪڙن جا نذرانا پيش ڪيا ويندا هئا. جنهن وقت هو ڳوٺ ڇڏيندو هو، ان وقت به ڦرڙي ڪري، چڱي خاصي رقم هن کي ڏني ويندي هئي. بنيادي طرح اهي عرب خيرات وٺڻ لاءِ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ويندا هئا.

* * *

جڏهن، هو هن وڏي شهر ۾ آيو هو ۽ اچي هن وڏي ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، تڏهن هن عرب شاگردن کي ڏٺو، هنن سان واسطو پيس ۽ هنن سان ڏينهن رات لهه وچڙ ۾ آيو.

هن ڏٺو ته هي ڏاڍا شوقين ۽ فيشن وارا هئا، آمريڪي لباس پهريندا هئا ۽ هنن مان گهڻا سؤ فيصدي هپي هئا. هنن جو گهڻو وقت ڇوڪرين جو پيڇو ڪندي ۽ شرابخانن ۾ گذرندو هو. هو چرس جا سوٽا به عام جام هڻندا هئا. هو ڪا انگريزي فلم نه ڇڏيندا هئا. هنن وٽ اڻ مئي دولت ڏسبي هئي ۽ پاڻيءَ وانگر خرچ ڪندا هئا. جهيڙا ڪرڻ، پين سان هروڀرو ڪٺونسڻ ۽ ٻين کي بنا سبب ڇيڙڻ ۽ ٺوليون ڪاهي، هتي جي شاگردن سان وڙهڻ، هنن جو عام دستور هو.

هو پڙهندا اصل ڪونه هئا. رڳو بدمعاشيون ڪندا رهندا هئا. امتحان ۾ ڪاپي ڪرڻ ۾ سڀني کان پيش پيش هوندا هئا. هنن جي پاس ٿيڻ جو مدار ڪاپيءَ تي هو. سڄو سال جو ڪتابن جو منهن ڪونه ڏسندا هئا.

انهن ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته هو هتي علم پرائڻ نه، پر سير سفر ۽ تفريح خاطر آيا هئا. هنن کي پنهنجي ملڪ جي سرڪار وٽان ٻارنهن سؤ رپيا کن اسڪالرشپ ملندي هئي. ايتري ئي خرچي، سندن دولتمند مائٽ کين موڪليندا هئا. انهن پيسن جي ايتري گهڻائي ڪري، هو هتي عيش ۽ شيطانگيريون ئي ڪندا هئا. باقي سکيا ۽ تعليم لاءِ ته جڻ هو هتي آيا ئي ڪونه هئا. ڪلاسن ۽ ڪتابن کان پري رهندا هئا.

البت فلسطيني ۽ مصري عرب شاگرد نرالا هئا. هنن کي نه ايترا ڏوڪڙ ملندا هئا، نه هو پنهنجو وقت عياشين ۽ لوفرپاڻين ۾ وڃائيندا هئا. هو محنتي هئا ۽ باقاعدي پنهنجي پڙهائيءَ جو ڪم ڪندا هئا. هو سياست تي سنجيدگيءَ سان گفتگو ڪندا هئا. هو پڪا قوم پرست هئا ۽ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ سر ڏيڻ خاطر هروقت تيار. هو چوندا هئا ته اسان جي مصري قوم يا فلسطيني قوم، يهودين سان اسلام خاطر نه، پر سامراجيت ختم ڪرڻ لاءِ جنگ لڙي رهي آهي.

هو چوندا هئا ته اسان جي يهودين سان لڙائي مسلمان جي نه، پر عرب جي حيثيت ۾ آهي. ان جو ثبوت اهو آهي ته فلسطيني عيسائي ۽ عرب عيسائي به اسان سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي، يهودين جو مقابلو ڪري رهيا آهن. هو چوندا هئا ته اسان جي هيءَ تعليم ۽ هيءَ پڙهائي به اسان جي پنهنجي قوم خاطر آهي، اها جنگ جو حصو آهي. اسان ايستائين سک سان نه وهنداسين، جيستائين ڌارين کي پنهنجي ڌرتيءَ تان نه ڌڪي ڪڍيو اڇلائون.

هو هتي جي قوم پرست شاگردن کي عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا ۽ هتان جي اسلام ۽ پاڪستان جي نالي ۾ منافقت ۽ پرماريت ڪندڙن کي يهودين سان تشبيهه ڏيندا هئا.

* * *

سليمان به هاسٽل ۾ رهندو هو ۽ عرب پڻ هاسٽل ۾ رهندا هئا. ستر ڪن عرب شاگرد هئا. ٻه سال عرب شاگردن جا ڪارناما ۽ ڪارگذاريون ڏسي ڏسي، سليمان جو عربن بابت نظريو ئي ڦري ويو.

ان دوران، هن علم ۽ عقل جي روشنيءَ ۾ سوچڻ سکيو هو. ڪن سنڌي دانشورن جا سنڌ جي تاريخ تي تنقيد جي صورت ۾ ڪي اهڙا خيال پڙهيا، جنهن هن کي انڌي تقليد ۽ مذهبي جهالت سان بغاوت ڪرڻ تي آماده ڪيو.

* * *

هنن ٻن سالن دوران، هن عرب شاگردن جا ڪيترائي رُونشا ڏٺا ۽ ٻڌا، جن مان ڪن جو ٿوري ۾ احوال هن ريت آهي:

ڪاليج جي بس پريل هجي. جڳهه خالي ڪانه هئي. ٻه عرب ڇوڪرا چڙهيا. انهن جو سرغنو مغير هجي. ٻنهي جا وچ مڪڙي سيٽ مٿان بيٺا، جنهن تي ٻه سنڌي شاگرد ويٺا هئا. اها سيٽ هئي به ٻن ڄڻن لاءِ. مغير سنڌين کي رعب ۽ ڪڙڪي سان چيو:

”اڙي، اتان اٿو ته اسين ويهون!“

جڻ تہ هو ڪا مٿاهين مخلوق هئا ۽ هنن تي حڪم هلائڻ جو حق هون. حڪم اهڙي ڍنگ ۾ ڏنن، جڻ تہ چوندا هجن تہ ”مسلمان ٿيو يا جزيي جي ڏل ڀريو!“

سنڌي شاگردن انڪار ڪيو تہ مغير ۽ سندس ساٿي، هنن تي آلر ڪري، هنن کي مارڻ لڳا. ٻنهي سنڌي شاگردن جوابي ڪارروائي ڪئي، ۽ ٽنهي عربن کي اهڙي ڦيهہ ڪڍيائون، جو هو پيچ پائي پوئتي هٽيا ۽ بس مان لهي، جند ڇڏايائون.

* * *

ڪاليج بس جون اڳيون چار سيٽون فقط ڇوڪرين لاءِ هيون. پر عرب ڇوڪرا اڪثر اڳوات اچي انهن تي ويهي رهندا هئا. ڪيترا ئي لڳا ائين ٿيو جو ڇوڪرين کي بيهي هلڻو پيو. ان حالت ۾ بہ اهي عرب ايتري مروت نہ ڏيکاري سگهيا، جو اٿي ڇوڪرين واريون سيٽون، ڇوڪرين کي ويهڻ واسطي ڏين.

ان تي ڪن سنڌي شاگردن، هنن کي سمجهايو تہ هنن کي ائين ڪرڻ نہ گهرجي. تنهن تي عربن کي ڏاڍي مرچ لڳي. هڪ لڳا، عبدالله بن سوار ۽ ٻئي هڪ عرب ڇوڪري کي اهي ٻہ سنڌي ڇوڪرا اڪيلا ملي ويا، جي هنن کي اڪثر بس ۾ ٽوڪيندا هئا. ٻنهي عربن، سنڌين تي حملو ڪيو، پر ٻنهي سنڌي نوجوانن هنن کي اهڙا ٺونٺا ڇپايا، جو ڪڙين تي زور رکي، ميدان خالي ڪيائون،

هڪڙو عرب شاگرد راشد بن عمر، ڳڌهہ سان عشقبازي ڪندو هو. ان سان ايترو عشق هوندو هوس، جو ان کي خاص خوراڪ کارائيندو هو ۽ ان کي اڪثر ٻڌندو به پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ هو.

هڪڙي سنڌي شاگرد هن کي ٻہ ٽي ڀيرا ڳڌهہ سان عشقبازي ڪندي ڏٺو تہ هن کي برو ڀلو چيائين ۽ ڦٽ لعنت وڌائين. هڪ لڳا، راشد پنهنجي قوم جا چار ڄڻا وٺي، هن سنڌي شاگرد جي ڪمري تي اوچتو هلان ڪري آيو. ان ڪمري ۾ ڪل ٽي سنڌي شاگرد رهندا هئا. هنن عربن جو مقابلو ڪيو ۽ هنن کي اهڙيون ملهون ماريون، جو عربن پڄي وڃڻ ۾ خيريت سمجهي. اهڙيءَ ريت شڪست کاڌن.

* * *

هڪڙو عرب شاگرد بن بنهان، شراب جون بوتلون وٺي ايندو هو ۽ رات جو پنهنجي يارن سان ايترو پيئندو هو، جو سڀئي هوش حواس وڃائي وهندا هئا. پوءِ اڌ اڌ رات تائين ايڏو هل هنگامون ۽ ڌمچر مچائيندا هئا، جو ٻيا شاگرد نہ پڙهي سگهندا هئا ۽ نہ ننڊ ڪري سگهندا هئا.

ڪن سنڌين ان تي اعتراض ورتو. بن بنهان کي ان تي چوچڙي لڳي وئي، ۽ ٻنا ڄڻاڻ جي پنهنجي همپيالن سميت، سنڌي شاگردن تي حملو ڪيائين. موٽ ۾ سنڌين هنن جي اها لاڪ لاٿي، جو عرب پنهنجي ڪمرن جا در اندران بند ڪري وڃي لڪا.

* * *

هڪڙو عرب ڇوڪرو، بديل، پنهنجي هڪ سنگتياڻيءَ کي اڪثر رات جو وٺي اچي پنهنجي ڪمري ۾ رهائيندو هو. هاسٽل سپرنٽينڊنٽ کي خبر پئي ته هن گهرائي ڊپ ڪيس ۽ ائين ڪرڻ کان منع ڪيائينس.

ٻئي ڏينهن هو پنهنجا سنگتي وٺي سپرنٽينڊنٽ تي حملو ڪرڻ آيو. اتفاق سان ڪجهه سنڌي شاگرد پهچي ويا، انهن کي ڏسي، عرب شاگرد ڀڄ پائي واپس ڀڄي ويا.

* * *

هڪ ڀيري، منهن اونڌيري جو، هڪڙي وڏي موٽر اچي هاسٽل جي پٺئين دروازي وٽ بيٺي. ان ۾ چار ڇوڪريون ۽ ٻه عرب ڇوڪرا هئا. ڇوڪريون هنن رات جي عيش واسطي وڏي قيمت تي آنديون هيون. انهن ۾ هڪڙي عربياڻي هئي، ۽ ان شهر ۾ رهندي هئي. باقي ٽن مان ٻه سنڌياڻيون هيون.

ان مهل ٽي سنڌي شاگرد اچي اتان لانگهائو ٿيا. هنن پوشاڪ ۽ هلت چلت مان سڃاڻي ورتو ته اهي ٻه سنڌي غريبياڻيون آهن، جن کي ريجهي ريبي، هي عرب عزت لٽڻ واسطي وٺي آيا آهن. هو موٽر کي گهيرو ڪري ويا ۽ عرب ڇوڪرن کي چيون ته هڪدم نياڻين کي موٽر مان لاهي ڇڏيو. عرب سنڌين جون اکيون ڏسي چڪا هئا، سي هيسجي ويا. هنن دروازا کولي ڇوڪرين کي لهڻ لاءِ چيو. ٻيون ٽي ته لٿيون، پر عربياڻي انڪار ڪيو. سنڌين زوريءَ هن کي لاٿو. جنهن وقت هن کي لاهي رهيا هئا، ان وقت عربياڻي زور زور سان چيخي چوڻ لڳي:

"پاڻهي حجاج توهان جي ڪل لاهيندو!"

بهرحال ڇوڪرين کي، سنڌي ڇوڪرن، رڪشائون ڪري عزت سان واپس شهر موڪلي ڇڏيو.

عرب جي ڇوڪرن وچي حجاج کي ٻڌايو ته:

"سنڌي ڦورن اسان سان ظلم ڪري ڇڏيو. تو واري گرل فرينڊ پيڙڙيءَ تائين پڪاريندي وئي: اغثني يا حجاج! اغثني يا حجاج!"

حجاج باهه ٿي ويو.

هڪدم پنهنجي خاص دوستن جي گڏجاڻي سڏايائين. سوچيو ويو ته سنڌين کي اهڙو سبق سيکارجي، جو سدائين لاءِ توبهه ڪن ۽ اسان جي راهه ۾ رنڊڪ نه بڻجن.

هڪ عرب شاگرد چيو "اتفاق سان منهنجو نالو به محمد بن قاسم آهي، جو سنڌ جي عرب فاتح جو هو. اتفاق سان منهنجي عمر به ١٧ سال ٿي آهي ۽ باقاعدي ورزش ڪندو آهيان، اهڙ ڪري وڙهي سگهان ٿو، ۽ وڙهندڙن جي اڳواڻي ڪري سگهان ٿو."

حجاج کي به اها ڳالهه وڻي ۽ ان مهم جي مهنداريءَ لاءِ هن کي ئي چونڊيائين.

پوءِ انهيءَ جهاد جي واسطي تفصيل سان منصوبو سٽيو ويو.

حجاج، هڪ عرب امير جو پٽ هو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪيترن ئي بدوين ۽ پورهيتن کي هرويرو به گولين جو شڪار بڻائي چڪو هو.

هاڻي حجاج اٿي بيهي پنهنجي تقرير ڪئي:

”عرب مجاهدو! اسان جيڪي به ڪاهون ڪيون آهن، تن سڀني ۾ اتفاق سان اسان جي هار ٿي آهي. ان ڪري هاڻي سوچي سمجهي پر پورءِ حرفت سان حملو ڪرڻو پوندو. ان لاءِ اسان کي هتي جي وڏيرن ۽ پيرن جي پٽن، جي اسان جا پڳ مٽيا ۽ پالي پائي يار آهن، تن جو سهڪار به حاصل ڪرڻو پوندو. انهيءَ طريقي سان ئي اسين ڪاميابي حاصل ڪري سگهنداسين.“

ان کان پوءِ محمد بن قاسم اٿي تقرير ڪئي:

”سان سمجهان ٿو ته اهي قوم پرست ڇوڪرا ئي آهن، جي اسان کي هتي نه ٿا سهن. هو هندستان جي ڪافرن جا ايجنٽ آهن. اسان کي ڳولهي ڳولهي انهن کي نشانو بنائڻو پوندو.“

پوءِ انهن وڏيرن ۽ پيرن جي پٽن سان ڳجهيون ملاقاتون ڪيون، جي سنڌ ۾ عيش يار هئا. اهي به هنن سان يڪراءِ ٿيا ته اهي ڪارناما قوم پرست شاگردن جا آهن. هنن عربن کي پنهنجي پوري ساٿ ڏيڻ ۽ خبرون چارون پهچائڻ جو يقين ڏياريو. انهن سنڌين مان ڪن جا نالا هئا: سندر، ماڪو، وسايو ۽ ڏاڪا.

هڪڙي ڏينهن، هڪڙي وڏيري جي پٽ ماڪوءَ، عرب شاگردن کي اطلاع ڏنو ته سڀاڻي قوم پرست شاگرد سنگت جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو فلاڻي ڪمري ۾ ميڙ آهي. ان ۾ فقط اٺ ڏهه ڇٽا هوندا. وقت به شام جو رکيو

ائين، جنهن وقت گهڻو ڪري هڙئي شاگرد شهر گهمڻ ڦرڻ يا راند ڪرڻ نڪري ويندا آهن. توهان جي انهن ائين ذهن جڻ ڪي مثالي سيڪٽ ڏيندا ته سدائين لاءِ چيٽي پوندا.

قوم پرست شاگردن جي ميڙ ۾ بحث مباحثو ٿي رهيو هو. اٺ ميمبر موجود هئا. اوچتو چاليهه عرب شاگردن جو لشڪر، محمد بن قاسم جي اڳواڻيءَ هيٺ اچي ڪڙڪيو. ڪن ڪي لٺيون هيون، ڪن ڪي چاقو، ڪن ڪي هاڪيون ۽ ڪن ڪي کيسن ۾ لڪل پستول هئا.

سنڌي شاگردن پوري همت ۽ حوصلي سان مقابلو ڪيو، پر عرب تعداد ۾ تمام گهڻا هئا ۽ هٿيار به هئن. سنڌي شاگرد هٿين خالي هئا.

ائين ئي سنڌي شاگردن کي ماري ماري بيهوش ڪري ڇڏيائون.

پوءِ عرب "اسلام زنده باد...." جا نعرا هڻڻ لڳا.

(٢٢- اپريل ١٩٧٥)

# هڪ طرفو

دودو اخبارن جو اهڙو انتظار ڪرڻ لڳو هو، جڻ تہ سنڌس امتحان جو نتيجو اچڻو آهي. اخبارون ايندي ئي هيون تہ انهن ۾ ڏاڍي بيتابيءَ سان ڪنهن شيءِ جي تلاش ائين شروع ڪري ڏيندو هو، جيئن ڏهن ڏينهن جو بکايل ٻار، صبح جو وڏن گهرن آڏو ڦٽي ڪيل ڪچري جي ڍير مان ڳيي ٽڪر جي ڳولا ڪندو آهي. ڳچ مدت کان هن پنهنجي پڙلين جون اخبارون پڙهڻ ئي ڇڏي ڏنيون هيون؛ پر هن وقت اهي خريد ڪري بہ پڙهندو هو.

ملڪ جي هڪ وڏي سياسي اڳواڻ، ڏونگر. جو هڪ ننڍيءَ صوبي جو چونڊيل نمائندو هو، تنهن کي وزيريءَ تان هٽايو ويو هو. ان کان پوءِ اخبارن پڙهڻ مان اهو اندازو پئي ڏيو تہ هن کي خطرناڪ ڳالهيون ڇيون آهن ۽ هن جا خطرناڪ ارادا آهن.

ملڪ جي اخبارن، خاص ڪري حڪومتي پارٽيءَ، جنهن ۾ ملڪ جي وڏي پرڳڻي وارن جي گهڻائي هئي، تنهن جي اخبارن جو ذري گهٽ اڌ، ڏونگر جي خلاف خبرن، خطن، ڪالمن، ڪارٽونن، بيانن ۽ ايڊيٽوريلن سان ڀريل هوندو هو. هن تي هرقسم جا چنبا وڌا ويندا هئا، هن تي لعنت

ملامت ڪئي ويندي هئي، هن تي ملڪ جي سالميت خلاف ڪم ڪرڻ جا الزام لڳايا ويندا هئا ۽ هن کي عهدي جو بکيو ڪوٺيو ويندو هو. نموني طور هڪ اخبار مان هڪ ڏينهن جا ڪجهه ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا:

وڏي وزير جو بيان: ماڻهو چاهن ٿا ته ڏونگر نه ملڪ سان سچو آهي ۽ نه عوام سان. هو گند جو ڪيڙو آهي ۽ وري گند ڏانهن سوڻي رهيو آهي....

هڪ ٻئي وزير جو بيان: ڏونگر ملڪ جي دشمن جي هٿن ۾ رانديڪو بڻجي ويو آهي....

حڪومتي پارٽيءَ جي هڪ مرڪزي عهديدار جو بيان: ڏونگر پنهنجي اصلي رنگ ۾ ظاهر ٿي چڪو آهي. هن جي پريس ڪانفرنس مان پڌرو آهي ته هو غيرن جي چُرچ تي ملڪ کي ڇيهو رسائڻ جا ارادا ڪري رهيو آهي. پر هتي عوام سجاڳ آهي ۽ هن جي ڄار ۾ نه ڦاسندو....

پارٽيءَ جي هڪ صوبائي عهديدار جو بيان: ڏونگر ڪرسيءَ جو بکيو آهي. ڪرسيءَ خاطر ئي هو ملڪ ۾ ڦيٽاڙو وجهڻ جا سانباها ڪري رهيو آهي. جي هن کي ٺڏي تي ئي نه رڪيو ويو ته هو هن ديس ۾ رت جا درياه وهائيندو....

اسيمبليءَ جي ڏهن ميمبرن جو گڏيل بيان: ڏونگر جهڙن ڏٺڪيون ۽ غير ذميوار بيان ڏيڪارين ٿا ته هو هتي ڪو وڏو ممڻ مچائڻ وارو آهي. پر هتي جا باشعور ماڻهو هن جي اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيندا ....

پارٽيءَ جي هڪ شهر جي عهديدار جو بيان: ڏونگر جو ڏولو نه ٿو چاهي ته ملڪ ۾ خوشحالي ٿئي. ديس جي اهڙن بدخواهن ڪي بنا دير جيل ۾ بند ڪيو وڃي. هن ڏونگر ڪي چتاءُ ڏنو هو ته هو پنهنجي زبان کي لغام لڳائي، نه ته عوام هن جي زبان تي لغام لڳائڻ تي مجبور ٿيندو...

ساڳي اخبار جي ايڊيٽوريل مان ٽڪرو: ڏونگر اهڙو زهر ڦهلائي رهيو آهي، جو ملڪ جون پاڙون ڪمزور ٿي سگهن ٿيون. هو ڪنرپٽي جو نئون ٻج پوکي رهيو آهي. هو ملڪ جي انقلابي پارٽيءَ جي انقلابي پروگرام ۾ رڪاوٽون کڙيون ڪرڻ چاهي ٿو. هو موقعي پرست سياستدان آهي. هو عوام دشمن قوتن جو چاڙتو آهي. هو جاگيردارن، سرمائيدارن، واپارين ۽ مفاد پرستن جي دلالي ڪري رهيو آهي....

اهڙي ريت هن پرچي جي اٺن صفحن مان چار صفحا ڪن ڏونگر خلاف مواد سان ڀريل هئا؛ ۽ ٻن هفتن کان اخبارن جي اها حالت رهندي ٿي آئي.

انهن بيانن مان پتو پيو ٿي ته ڏونگر پريس ڪانفرنس ٻه ڪئي هئي ۽ جلسن ۾ تقريرون به ڪيون هيون. پر اڄ تائين ڪنهن به اخبار، غير پارٽيءَ وارين سميت، اهو نه ڏنو هو ته آخر ڏونگر پريس ڪانفرنس ۾ ڇا چيو هو ۽ پنهنجو ڪهڙو پروگرام پڌرو ڪيو هئائين؛ دودو اهو ڄاڻڻ خاطر ئي جدا جدا اخبارون پڙهندو رهيو.

* * *

هن پنهنجي شهر جي حڪومتي پارٽيءَ جي برانچ جي هڪ عهديدار جو بيان به اخبارن ۾ پڙهيو. هن کي ڪا هئي ته ان عهديدار کي ان معاملي جي پوري پوري ڄاڻ هوندي. هن سان دوستيءَ جو رستو پڻ هوس. ان ڪري به پانيائين ته ڪهڙي بہ ڳجهہ جي ڳالهہ هوندي ته هو هن کي سلجهندو.

هو ڪني هن وٽ ويو. هن جو جواب ٻڌي منجهي به پيو ۽ اچرج به لڳس. ماسرو هز ماسٽرس وٺائس وارو هو. هن ٻڌايس: "مون کي ڪا بہ خبر ڪانهي ته ڏونگر ڇا چيو آهي ۽ ڇا ڪرڻ وارو آهي. مون ته پارٽيءَ جي ٻين اڳواڻن ۽ عهديدارن جا اخبارن ۾ بيان ڏسي ۽ مٿان هدايتن اچڻ ڪري، اهو بيان اخبارن کي ڇپڻ لاءِ ڏنو."

هن اهو ويچار پڻ ظاهر ڪيو ته "ڏونگر ضرور ڪي ملڪ کي ڇيهو رسائيندڙ بيان ڏنا آهن، ورنہ هن جمهوري حڪومت ۾ پريس کي ڪافي آزادي آهي."

* * *

هڪ ڏينهن اخبارن ۾ اها خبر ڇپي ته ڏونگر فلاڻي تاريخ عام جلسي ۾ تقرير ڪندو ۽ وڏا اهم اعلان ڪندو. ساري ملڪ جا ماڻهو ان ميڙ جي ڪارروائي ڄاڻڻ واسطي انتظار ڪندا رهيا.

تقرير جي ٻئي ڏينهن، ٻي انت بيچينيءَ سان اخبارون خريد ڪيائون. پر هو نراس ٿيا. ان سياسي ميڙ جي باري ۾ ڪا بہ خبر ڪانہ ڇپي هئي. البت ريڊيي تي مختصر خبر

آئي ته ڏونگر جي جلسي ۾، ڏونگر جي پارٽيءَ شودن، پوليس تي حملو ڪيو، جنهن ڪري پوليس کي گوڙها آڻيندڙ گئس هلائڻي پئي ۽ لٺبازي ڪرڻي پئي. هڪ ماڻهو ڇيهاڻجي مئو.

اڄوڪي اخبار آئي ته دودو پڻ بيچينيءَ سان پڙهڻ لڳو. هن اخبار کي اٿلايو پٿلايو. ان جي هڪ هڪ ڪنڊ جاچيائين. مٿي کان هيٺ تائين سڀ سٽرا واچيائين. هن جون نظرون اخبار جي سمنڊ کي جهاڳينديون رهيون، پر مراد جا موتي ڪونه مليس.

دودي جي ذهن ۾ ڏونگر جا تازا بيان ۽ ويچار معلوم ڪرڻ لاءِ ايتري ئي هرکر ۽ جستجو جاڳي چڪي هئي، جيتري ڪو جاسوسي ناول پڙهندي قصي ۾ ڏيل پُراسرار خون جي ڪارڻ ۽ خونيءَ جو نالو ڄاڻڻ لاءِ. پر اهو ڏنل ڪونه هو ته ڏونگر تقرير ۾ ڇا چيو ۽ ڪهڙا اهم اعلان ڪيائين؟

ان باري ۾ ڪجهه ڄاڻڻ خاطر ريڊيو به ٻڌندو رهيو ۽ ٽيليويزن به ڏسندو رهيو. انهن تي به خبرن، وزيرن جي تقريرن ۽ تبصري نگارن جي تبصرن ۾، فقط ڏونگر کي لو يو ٽي ويو. باقي اصل معاملي جي سڌ پنجي ڪانه ٿي سگهي.

دودي دل ۾ چيو: اهڙي حالت ۾ افواهه جنم وٺندا آهن .... ٻڌڻ ته جلسي ۾ گولي هلي آهي ۽ سوين ماڻهو موت جو شڪار ٿيا آهن.

* * *

هن کي ماڻهن سان ماڻ مان اهو به معلوم ٿيندو هو ته پيا به ڏونگر واري ماسري جي اصليت ڄاڻڻ لاءِ آتا آهن.

مخالفن جي هڪ به اخبار هئي، جن تي اڳيئي بندش پئجي چڪي هئي. هن کي خبر هئي ته ڏونگر جي سرپرستيءَ ۾ هڪ هفتيوار رسالو نڪرندو آهي. جيئن نه هي ننڍو شهر هو، ان ڪري اهو رسالو هتي ڪونه ملندو هو. هن هڪ وڏي شهر ڏانهن وينڊر سنگتيءَ هٿان اهو پرچو گهرائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ان سنگتيءَ اچي ٻڌايس ته ان رسالي تي به تازو بندش پئي هئي ۽ ڪونه ٿو ڇپجي.

ٻيو سوچڻ لڳو: انصاف ۽ جمهوريت جي تقاضا اها آهي ته هي اخبار وارا ڏونگر جي پريس ڪانفرنس ۽ تقريرون به ذري پرزي ڇپين ها، جيئن عوام کي تصوير جا ٻئي رخ نظر اچن ها. رڳو هڪ طرف پيش ڪرڻ سان ۽ اڻ ڄاتل سينسر جي ڦاهيءَ ڪري عوام ۾ بدگمانيون پيدا ٿي سگهن ٿيون ۽ غلط افواهه پکڙجي سگهن ٿا. تنهن ڪان سواءِ ڇا جمهوريت، ڇا سينسرشپ! هن اهو به سوچيو ٿي ته ڏونگر الزامن جا جواب ضرور ڏيندو هوندو، پر اهي جواب ڪنهن اخبار شايع نه ٿي ڪيا.

ائين ٿي دودي جيڪي معلوم ڪرڻ ٿي چاهيو، سو هن کي معلوم ٿي نه ٿيو. هو دل ئي دل ۾ پيچ تاب کائڻ، پنهنجا ڏ ڪا هڻڻ، ۽ اجايا سجايا انومان ڪرڻ سان گڏ، پنهنجي ملڪ جي عجيب جمهوريت کي سمجهڻ جو جتن ڪرڻ لڳو، جا درياهه وانگر هڪ طرف وهائي ٿي ويئي.

(هيءَ ڪهاڻي لکڻ وقت اهو فرض ڪيو ويو آهي ته ڪهاڻيءَ جو سورمو آل انڊيا ريڊيو، بي-بي-سي، وئاس آف آمريڪا يا ٻيو ڪو پرڏيهي ريڊيو ڪونه ٻڌندو هو.)

(٢١- نومبر ١٩٧٥)

# مونجھارو

رتو خان اڳواٽ سماءُ ڏيڍ ڪان سواءِ، او چتو صبح جو سوير اچي سپاھيءَ وٽ وارد ٿيو. اچڻ سان چيائين: "خريداري ته ھي به ڪرڻي آھي، پر ھڪ خاص خريداري ضرور ڪرڻي آھي، جنھن واسطي پنھنجي ڳوٺ ۾ سڪر ۾ رلي رلي بيڪ نڪري وئي آھي. ان جي جاچ ھتي به ڪرڻي آھي. اڄ حيدرآباد جون بزاريون ڦلھيون. ان ڪري آفيس ڏي موڪل جي درخواست لکي ڇڏ."

"چڱو چڱو ائين ئي ڪريان ٿو، پر ڦيرين وھنجي سھنجي سفر جو ٽڪ ته لاھ." سپاھي ورائيو.

ڏينھن ڏاڍو پلو ھو. آڪاس ۾ ڪڪر ھئا ۽ وايومنڊل جھڙالو ھو. ھوا سرير سان لڳي، وڻندڙ ٿڌاڻ جي احساس کي جنم ڏئي رھي ھئي.

رستي تي ھلندي، رتي خان پنھنجي سنگتي سپاھيءَ کي چيو "اتر سنڌ مان ھتي اچڻ سان ائين محسوس ٿو ٿئي جڻ ته ڪوري مان نڪري، ايئرڪنڊيشنڊ ۾ پھچي ويا آھيون."

"قدرت برابر ھن شھر کي نوازيو آھي، پر انسانن ھن شھر سان ويل وھايا آھن. رستن جي حالت ڏسو. ھنڌان ھنڌان ٽٽا پيا آھن. ڪٿ ڪٿ آھي. ڪڏھن ۽ ڪوپا آھن. ڪسين

جو ڪنو پاڻي يا مينهن جو پاڻي تلاءُ ڪيو سدائين بيٺو آهي. رستا ناهن، ڪوڙهه جي بيمار جو بدن آهي، جنهن جي زخمن ۽ ناسورن مان سدائين رت ۽ پس وهڻ پئي وهي. هي ايترو خراب آهن، جو پيدل هلڻ به مشڪل ٿيو پوي.

"ديسي انجنيئرن ۽ ديسي ٺيڪيدارن جي ڍاهيل رستن مان وڌيڪ اميد رکي به ڪهڙي ٿي سگهجي!"

هو رستن ۽ بزارين ۾ پيرين پنڌ هلي رهيا هئا، ان ڪري خريداري ڪرڻ ڪانسواءِ هنن ڪي، دڪاندارن ۽ شين تي ٺيڪاڻيٺي ڪرڻ ۽ شخصي حال احوال اورڻ جو به ڪافي موقعو ملي رهيو هو. دلي دوستي، طبيعت ۾ تازگي ۽ موسم جي خوشگواري. انهن مڙني ڳالهين ملي، هنن کي موج ۾ آڻي ڇڏيو.

"چڱو هاڻي خريداري به شروع ڪريون." رتي خان چيو.

"پر اها ڪهڙي شيءِ توکي وڻي آهي، جنهن واسطي تو سيڙجي حيدرآباد جو پيرو پريءَ آهي؟"

"اها هڪ دوا آهي. پر ان جي باري ۾ پوءِ ٿو ٻڌايانءِ. پهرين اچ تہ هو سامهون بندوقن جا دڪان آهن، اتان بندوق گهنون."

"ديسي بندوق وٺندين يا ولايتي؟"

"ڪو پاڻ کي مارڻو آهي ڇا جو ديسي بندوق وٺندس."

"ڪيئن ڀلا؟"

"جن دوستن ديسي بندوقون استعمال ڪيون آهن، تن جو چوڻ آهي ته اڪثر بندوق مان گولي ڇٽي ڪانه ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته اُڪتي وڃڻ بدران گولي بندوق جي پويان نڪري ويو اچي."

هن هڪ ولايتي بندوق خريد ڪئي.

رتي خان کي گهر جي وهنجڻ جاءِ واسطي گيندي، ڪموڊ، فلش ٽانڪي ۽ ٻيو اهڙو سامان وٺڻو هو. هڪ دڪان تي چڙهي ويا. پاڪستاني سامان به هو ۽ ولايتي به. هن پاڪستاني سامان وٺڻ چاهيو. دڪاندار صلاح ڏيندي چيو: "سون کي اهي شيون به وڪڻيون آهن، پر اهي توهان لاءِ موزون ڪين آهن. اهي نه جٽادار آهن ۽ نه پوري نموني ڪم ڪنديون. توهان کي احساس ٿيندو ته توهان جا سب پيسا پاڻيءَ ۾ ويا، ۽ سون کي هزار گاريون ڏيندا. اهي شيون فقط ٺيڪيدار وٺندا آهن، جي سرڪاري عمارتن ۽ سرڪاري بنگلن ۾ هڻائيندا آهن، ڇو ته اهي سستيون آهن، پر هو سرڪار کان قيمت ولايتي شين واري وصول ڪندا آهن."

رتي خان ولايتي سامان ورتو.

هو بزار ۾ اڳتي وڌندا ۽ گفتگو ڪندا هليا:

"ديسي شين جو واقعيءَ ڪو حال ڪونهي. ڪنهن شيءِ جو ديسي هجڻ ئي ان جي خسيس، غيرمعياري ۽ بيڪار هجڻ لاءِ ڪافي ثبوت آهي."

"هن ملڪ جا ديسي ليڊر ۽ هلندي پڄنديءَ وارا ڪپڙا،

سگريٽ، شراب، چانهه جا سيٽ، ڊنر سيٽ، گهر جا ٿپڙ، عيش ۽ سينگار جو سامان، تيل، سيمنٽ، بايد گهڻو ڪري ولايتي واپرائين. وس پڄندي پاڪستاني شين کي ويجها ڪونه وڃن."

"پاڪستاني ڪارخانيدارن کي ناجائز نفعي ڪمائڻ جي ڏنڍ، هر ڪنهن ڳالهه کان اڳ ڀروسو بنائي ڇڏيو آهي!"

"پاڪستاني واپاري ته سڄي دنيا ۾ بدنام ٿي چڪا آهن. اهي ئي ته، آهي آهن، جن تور وڌائڻ خاطر، ڪپهه جي ڳنڍڙين ۾ پٿر وجهي، پرڏيهه ڪپهه موڪلي ۽ اتي پڪڙجي پيا ٿا پيا. اهي پاڪستاني واپاري هئا، جن باسپتي چانورن جو نمونو ڏيکاري، ڪنگڻي چانورن سان ڳوڻيون ڀري، پرڏيهه موڪليون ۽ پرڏيهه وارن هن بي ايمانيءَ کان واقف ٿي، اهي ڳوڻيون موٽائي پوئتي هنيون."

"هينئر اڄ گهرجي ته هتي ٺهيل مال جو معيار ايترو اوچو ڪيو وڃي، جو گراهڪ فقط پاڪستان جو ٺپو ڏسي، ان ڏانهن ڇڪجي وڃي ۽ اکيون پوري اهو خريد ڪري، جيئن انگلنڊ ۽ جرمنيءَ جي دوائن ۽ بجليءَ جي سامان جي معاملي ۾ ٿئي ٿو."

"ورهاڱي کان پوءِ، جيڪي واپاري هتي آيا، انهن واپار کي ڦرمار جسو ذريعو بنايو ۽ ناجائز نفعو پيا ڪمائين ۽ ماڻهن کي لٽين."

"واڻيا روپئي تي ٽڪو آنو نفعو رکندا هئا ته هنن کي ڪافر چئي لوٽيندا هئاسين. هي واپاري ته روپئي تي ڏهه رپيا

نفعو رکن ٿا."

هو هڪ سئنيما وٽان لنگهي لنگهيا.

پتين تي هلندڙ فلم جا وڏا وڏا پوسٽر لڳل هئا. انهن ۾ ائڪٽريسن جون اهڙيون رنگا رنگي، اڌ ننگيون ۽ ڦاٽندڙ جوانيءَ واريون تصويرون هيون، جو واٽهڙو پنهنجي منزل وساري وات ڦاڙي بيهي رهي، سماج جي ڌڪاريل نوجوان کي انهن ۾ پنهنجي خواب جي تعبير نظر اچي، عاشق مزاج ڊرائيور جو انهن ڏانهن اهڙو ڌيان ڇڪجي وڃي جو حادثو ڪري وجهي ۽ مُلان پنهنجي ظاهري پاڪائي پاسيري ڪري، انهن کي چتائي ڏسڻ واسطي بيهي رهي .... هڪ ناچڻيءَ جي بدن جا وڏا حصا، پيٽ جو گهڻو ڀاڱو ۽ سڄو صفا اگهاڙا ڏيکاريل هئا. هوءَ جوڀن سان اهڙي ڦوڪيل ۽ پريل هئي ۽ اهڙي پڙڪائيندڙ ڍنگ سان بيٺل هئي، جو تصوير سان به ڇيڙڇاڙ ڪرڻ تي دل ٿي سٽڪي.

" پاڪستاني فلمون گهڻيون نه ٻور ٿين ٿيون."

سپاهيءَ چيو.

" ماڻهو وقت ۾ به نه ڏسي. مان ته جڏهن به ڏسندو آهيان ته مٿي ۾ سور ضرور پوندو اٿم. ان ڪري ٿي ته چوندا آهن ته جڏهن به پاڪستاني فلم ڏسڻ وڃي ته انسپرين جون به ٽڪيون کيسي ۾ ضرور هجن." رتي خان چيو.

" اچ به ويهه سال پراڻي هندستاني فلم هلي ته ماڻهو بلئڪ ۾ ٽيڻي چوڻي قيمت ۾ ٽڪيٽ وٺي اچي ڏسندا، پر پاڪستاني فلم اڌ ٽڪيٽ ۾ به ڇڏي ويندا."

”ماڻهو اڄ به هندستاني فلمن ڏسڻ خاطر چريا آهن. ڪي فلمون لڪي ڇپي هتي پهچن ٿيون ۽ ماڻهو وڏا وڏا حيلا هلائي، اهي وڃي ڏسن. پنجاب پاسي امرتسر ٽيليويزن تي جڏهن هندستاني فلم ڏيکاريندا آهن، تڏهن پاڪستاني ماڻهو، هتي جي ٽيليويزن وساريو ڇڏين ۽ هندستاني فلم ڏسندا رهن.“

”پاڪستاني گانا ڪير ٿو ٻڌي! حڪومت ته ريڊئي تي هندستاني گانا وڄائڻ تي پابندي وڌي آهي، پر ماڻهو سري لنڪا ۽ هندستان جي ريڊين تان هندستاني راڳ ٻڌندا رهن ٿا. هوٽلن ۾ يا شادي يا ٻين جشنن جي موقعي تي به ماڻهو گهڻو ڪري هندستاني رڪارڊ وڄائين ۽ ٻيڻا ٽيڻا پئسا خرچ ڪري، هندستاني راڳن وارا رڪارڊ ۽ ڪئسيٽ خريد ڪن.“

هو دوائن جي دڪانن تائين پهتا.

”ڪهڙي دوا توکي نه ٿي ملي؟“ سپاڳي پڇيو.

”توکي خبر آهي ته مان ورهين کان مٺي پيشاب جو مريض آهيان. شروعات کان مان ان مرض جي جيڪا دوا واپرائيندو آهيان، سا ولايت مان ايندي آهي. ٻن ٽن مهنن کان اها ڪانه ٿي ملي، گهٽ ۾ گهٽ مون واري ڳوٺ ۽ سکر ۾. ديسي ڪمپنيءَ جي ٺهيل ساڳي دوا ملي ٿي. مون وٽ ڪجهه اڳيون اسٽاڪ رکيل هو، اهو پئي واپرايم. هاڻي به هر قيمت تي اها ولايتي دوا هٿ ڪرڻي اٿم.“

”ڇو ڀلا؟ هتي واري ٺهيل دوا ڇو نٿو کائين؟“

”ان جو ٻيو ڪارڻ آهي. ٻڌايائين ٿو. اسان جي ئي ڳوٺ ۾ ساڳي بيماريءَ جو هڪ ٻيو پراڻو مريض هو. ولايتي دوا جو ڪانءِ ملڻيس ته غربت ڪري يا سستيءَ ڪري، هن هٿي واري ٿيهل دوا استعمال ڪرڻ شروع ڪئي. پر تڪليف ڪانءِ پئي گھٽجيس ۽ بيماري وڌندي ويس. دوا گھربل اثر ڪرڻ ۾ پئي ڏيکاري، نيٺ رت ۾ ڪنڊ وڌي وڃڻ ڪري، دل جو دورو پيس ۽ مري ويو. سو مون پڪو ارادو ڪيو آهي ته هٿي حيدرآباد ۾ نه ٻه ملي ته سڌو ڪراچيءَ ويندس. اتي ٻه نه ملي ته ولايت مان گھرائڻ جو بندوبست ڪندس، پر ديسي نفعيخور درندن هٿان ڪتي جو موت مرڻ نه ٿو چاهيان.“

حيدرآباد ۾ اها دوا هٿ ڪانه آئي، ان ڪري رتوخان ان سانجھيءَ ئي ڪراچيءَ روانو ٿي ويو.

سوهڻي لڙي چڪي آهي. سڀا ڳو ريڊئي ٻرسان منجھيل ويٺو آهي. هن، جنهن اڄوڪو سڄو ڏينهن پنهنجي سنگتيءَ سان کلمکي ۽ خوشمزاجيءَ سان کلندي ۽ ٽهڪ ڏيندي گذاريو هو، تنهن جي نرڙ تي گھنج آهن ۽ منهن تي گنڀيرائي آهي.... هن هيڊرهيڊر ريڊئي تي ملڪ جي وڏي وزير جي تقرير ٻڌي آهي، جنهن ۾ هن چيو آهي: مان ماڻهن کي ماري ماري ”پاڪستاني“ بڻائيندس.

(٤- سيپٽمبر ١٩٥٦)

# خيال

هڙتالن دوران بہ دڪان ۽ بزاريون ايتري قدر بند نہ ٿيا هئا، جيتري قدر اڄ.

گذريل ٻن هفتن ۾ چونڊن جي مهم هلندي، هڪ سياسي پارٽيءَ هن شهر ۾ ٽي ڀيرا هڙتال جو سڏ ڏنو هو. گهڻا دڪاندار رڳو حملي ۽ پٿربازيءَ جي ڊپ کان دڪان بند رکندا هئا، سي بہ مکيہ بزارين ۽ وڏن رستن تي، جتان جلوس لنگهندا هئا. گهٽين ۽ ننڍن رستن تي گهڻا دڪان کليل رهندا هئا. ڪي دڪاندار نعرا هڻندڙ، ڌمڪين ۽ پٿربازيءَ سان زوريءَ دڪان بند ڪرائيندڙ ماڻهن جو ٽولو ايندي ڏسندا هئا تہ جلدي جلدي دڪان بند ڪري ڇڏيندا هئا. اهو ٽولو لنگهي ويندو هو تہ وري دڪان کولي وهندا هئا.

پر اڄ هڙتال نہ هئي، اڄ چونڊن جو ڏينهن هو.

موڪل هئي. سارنگ واندو هو. هن کي ووٽ ڏيڻو ڪونہ هو. هو سنگتين سان ڪچهري ڪرڻ لاءِ نڪتو هو.

سڀ ڪاروبار بند هئا. ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ دڪان کليل ٿي ڏٺو. گذريل ٻن مهينن جي لاڳيتي سرگرمين جي طوفان کان پوءِ، سڙڪن تي اڄ سانتيڪو وايومنڊل عجيب محسوس ٿي رهيو هو. رستن تي جلسن، جلوسن، نعرن، کليل

جيئن ۽ گاڏين تي لنگهندڙ ڪارڪنن جو لائوڊ اسپيڪرن
تي مخالفن کي گارگند جو گهمسان ۽ شور غوغاءَ ڪونہ هو.

سڙڪن ۽ عمارتن تي، سڙڻ ۽ ڦاٽڻ کان بچيل جهنڊا،
هوا نہ هجڻ ڪري، ڦڙڪي ڪونہ رهيا هئا. اهي ڪنڌ
نوايو ۽ منهن لڪايو بيحس بيٺا هئا؛ جڻ پنهنجي مالڪن
جي ڪرتوتن تي شرمسار آهن.

گاڏين جي اچ وڃ بہ گهٽ هئي، ڪجهہ جيپون ۽
موٽرون ووٽرن کي ووٽ ڏيڻ واري جاءِ تي پهچائڻ واسطي
اچي وڃي رهيون هيون.

ووٽن وارين جاين تي ماڻهن جون ڊگهيون قطارون ۽
وڏا ميڙ متل هئا، انهن کان ٿورو پرڀرو اميدوارن جا جدا
جدا شاميانہ لڳل هئا، جتان ووٽرن کي پرچيون ڏنيون ٿي
ويون. هٿيار بند پوليس جا جٿا بہ موجود هئا.

ووٽرن جون لائنيون ڏسي، سارنگ سوچيو تہ سمجهہ ۾
نہ ٿو اچي تہ منهنجو نالو ووٽرن جي لسٽ ۾ ڇو نہ آهي.
هن کي ياد آيو تہ لسٽن ۾ نالا داخل ڪرڻ وارا هن جي
در تي آيا هئا. اعلان ٿيل ڇو تہ فارم سنڌيءَ ۾ بہ آهن.
ان ڪري هن انهن کي چيو تہ مان سنڌيءَ ۾ فارم ڀريندس.
هنن وراڻيو تہ هن وقت اسان وٽ اهي ڪونہ آهن. ان تي
هن چيو تہ ٻي ٻوليءَ وارو فارم بہ مان ڀريندس، پر سنڌيءَ
۾. هن کي ائين ڪرڻ ڏنو ويو.

پر هنن چونڊن جي مهم دوران ڪو بہ اميدوار يا
ڪنهن بہ پارٽيءَ جو ڪارڪن شخصي طرح هن کي ڏن

جي گهر تي ووٽ ڏيڻ لاءِ چوڻ يا منٿ ميڙ ڪرڻ ڪونه آيو هو. جيتوڻيڪ اڳين اليڪشن ۾ چار اميدوار بيٺا هئا چارئي اميدوار يا سندن ڪارڪن ڪيترا ڀيرا هن جي گهر تي آيا ۽ ووٽ ڏيڻ جو وعدو وٺڻ جي ڪوشش ڪيائون. نه رڳو ايترو پر هنن جون ڪارڪن عورتون به سندس گهر آيون ۽ سندس زال تي ووٽ ڏيڻ لاءِ زور رکيائون.

پر هيئنر جو ڪنهن به اميدوار جي پهر پيدا ڪانه ٿي، ان ڪري هن اهوئي انومان ڪيو ته ووٽرن جي لسٽ ۾ هن جو ۽ هن جي گهر وارن جو نالو ئي ڪونهي.

وري سوچڻ لڳو ته جي لسٽ ۾ منهنجو نالو هجي ها، ته به مان ووٽ ڏيڻ ڪونه وڃان ها.

ڇپي ڇپي تي رنگين ڪپڙا ٽنگيل هئا، جن تي اميدوارن جا نالا ۽ نشان پڌايل هئا. هن تڪ مان به اميدوار بيٺا هئا. چونڊن جي ڏينهن ۾ اميدوار هڪٻئي جي خامين کي واڪو ڪندا آهن، هڪٻئي جي شخصي ڪردار ۽ خانگي زندگيءَ تان پردو کڻندا آهن. هونءَ به سارنگ هنن اميدوارن جي شخصيتن کان اڻ واقف نه هو.

هڪ اميدوار جو نالو سامهون پڙهي، سارنگ دل ۾ چيو: هن لاءِ چيو ويچي ٿو ته جڏهن هو پهرين پنهنجي پرڳڻي مان هتي آيو هو ته هن وٽ هتي اينڊڙ هم وطنن وانگر ڪجهه به ڪونه هو. مطلب هي هو ته هو ڏاڍو مسڪين هو. هن شهر ۾ انجنيري کاتي جي گدام ۾ چوڪيداريءَ جي نوڪري ملي ويس. هتي هاڻي ۲۵ سال کن ٿيا اٿس.

سنڌ جي مٽيءَ مان هن سون ڪمايو. هينئر هو وڏو ٺيڪيدار وڏو ڪارخانيدار ۽ وڏو زميندار آهي. بي انت جائداد ۽ زمين جو مالڪ بنجي ويو آهي. ڪروڙن ۾ پيو کيڏي.

ان هوندي به هُن ڌرتيءَ وارن سان ڇا ڇا نه ڪيو؟ زمين جو مالڪ ٿيڻ کان پوءِ، هن هارين کي پوري ڀتي نه ڏني ۽ هنن جا ڀيا حق هڙپ ڪيا. هنن جي احتجاج ڪرڻ تي هنن تي ڪوڙا ڪيس ڪيائين، هنن تي پوليس کان ظلم ڪرايائين، هنن جا ڍڳا چوري ڪرايائين ۽ هنن جا جهڳا ساڙايائين. نيٺ هنن کي زمين تان بيدخل ڪيائين. ان ڪري هو دربدر ٿيا: بک، بيماري، بيروزگاري ۽ موت جو شڪار ٿيا. هن پنهنجي همِوطن هارين کي آندو. اهڙي طرح هن پنهنجي ڪارخانن ۾ هتي جي رهاڪن لاءِ نوڪريءَ جا دروازا بند رکيا. معمولي ۾ معمولي ۽ ننڍي ۾ ننڍي ملازمت واسطي به پنهنجي پرڳڻي مان ماڻهو آڻيندو رهيو. هو پنهنجي ڪمائيءَ جو وڏو حصو پنهنجي پرڳڻي ۾ ڪٽي ويندو آهي.

جڏهن زبان وارا فساد ٿيا، تڏهن هن ٻي ٻوليءَ وارن جو ساٿ ڏنو ۽ هن ڌرتيءَ وارن تي وڏا وڏا ظلم ڪرڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيو.

هن ون يونٽ ٽوڙڻ جي مخالفت ڪئي. هن سنڌ جي زمين ٻين پرڳڻن وارن کي نه ڏيڻ جي به مخالفت ڪئي.

سارنگ ٻئي اميدوار جي باري ۾ سوچڻ لڳو: هو هندستان مان لڏي هتي پناهه وٺڻ آيو هو. پوءِ پناهگيرن

ڪي هن ڌرتيءَ وارن جي خلاف ڀڙڪائي، ليڊر بڻجي ويو. ڪوڙا ڪليم وجهي، هي جي هزارين ايڪڙ زمين قبضايائين، ان تان اصلي حقدار سنڌي مالڪن هارين ۽ ننڍن ڪاشتڪارن کي بيدخل ڪري هنن کي تباهه ۽ برباد ڪيائين.

هن زبان وارا فساد ڪرايا، جنهن ڪري نه رڳو سنڌي ٻوليءَ جي قومي ۽ سرڪاري حيثيت ختم ڪئي وئي، پر هن ڌرتيءَ وارن جو رت وهايو ويو، هنن جي گهرن تي حملا ڪيا ويا، هنن جي عورتن سان هٿ چراند ڪئي وئي، هنن جا گهر ۽ دڪان جلايا ويا، هنن جون ملڪيتون ۽ جائدادون تباهه ڪيون ويون، هنن جي اڳواڻن تي بم اڇلائي هنن جي حياتيءَ کي جوکو رسائڻ جا جتن ڪيا ويا ۽ وري ڏوهاري به هنن کي ئي بنائي جيلن ۾ واڙيو ويو ۽ سزائون ڏنيون ويون.

سارنگ ان انومان تي پهتو ته هن اميدوار جو ڪردار اهڙو ئي رهيو آهي، جهڙو فلسطين ۾ يهودين جو.

هن کي پڪ ٿي ته هي اميدوار سنڌ جو نالو ميٽائڻ ۽ مٽائڻ چاهي ٿو، هو سنڌ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ چاهي ٿو، هو هن ڌرتي وارن کي شهرن مان لوڏي ڪڍڻ چاهي ٿو ۽ شهرن ۾ هنن جي حياتي وبال بنائڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي اٿس. هو هنن جي ڪاليجن ۾ داخلا ۽ نوڪرين ۾ حصي کان محروم ڪرڻ لاءِ پوري طرح ڪوشان آهي.

سارنگ جي اندر ۾ سوال اڀريو: ڇو رڳو هن ڌرتيءَ جا دشمن ۽ هن ڌرتيءَ وارن جو رت وهائيندڙ اميدوار بيٺا

آهن؟ اهڙين حالتون ڇو ۽ ڪيئن پيدا ٿيون آهن؟ ڪو هاري يا پورهيت به ڪونه بيٺو آهي. رڳو پيڙيندڙ طبقي جي ٿي جمهوريت تي هڪ ٽڪي آهي. جي جمهوريت جو مطلب اهو آهي ته گهڻائي وارن جو راڄ هجي، ته پوءِ اهڙين حالتون ۽ شرط هجن جو فقط هاري يا پورهيت ئي اميدوار بيهي سگهي. سا گڏي وقت اهو به شرط هجي ته ووٽ ڏيڻ ۽ اميدوار بيهڻ جو حق رڳو ان کي هجي جو هن ڌرتيءَ تي ڄائو، نپنو ۽ پليو آهي ۽ هن ڌرتيءَ جي ٻولي ڳالهائي ٿو، ۽ گهٽ ۾ گهٽ چار پيڙهيون سنڌ ۾ رهيون اٿس.

جمهوريت جو مطلب آهي گهڻائيءَ جو راڄ ڪرڻ ۽ نه رڳو گهڻائيءَ کي ووٽ جو حق ملڻ. ٿئي ائين ٿو جو ووٽ جو حق ته گهڻائي يعني پيڙيل طبقي کي آهي، پر سرشتو اهڙو آهي، جو گهڻائيءَ واري پيڙيل طبقي جو ماڻهو نه اميدوار بيهي سگهي ٿو ۽ نه چونڊجي سگهي ٿو. فقط ٿورائيءَ وارا پيڙيندڙ طبقي جا ماڻهو ئي چونڊجن ٿا ۽ اهي ئي حڪومت ڪن ٿا.

*　　*　　*

پوءِ اوچتو ئي اوچتو، ڏسندي ڏسندي، ووڙن واري جڳهه واري انبوهه ۾ گوڙ گهمسان، ڀڄ ڊڪ ۽ مارا ماري شروع ٿي وئي. سارنگ تڪڙو تڪڙو اڳتي وڌي ويو.

سندس دوست، رانجهو، پنهنجي گهر ئي ويٺو هو.

”ووٽ ڏيڻ ڪونه ويو آهين ڇا؟“ هن دوست جي ڪرسيءَ ۾ موڙي تي وهندي پڇيو.

”مان پنهنجي ڌرتيءَ جي پرمارن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ وارن جو رت وهائيندڙن کي ڪهڙي منهن سان ووٽ ڏيندس!“

”اسان جا ته همراهن لسٽ مان نالا ئي اڏائي ڇڏيندا. نه رڳو اسان جا، پر پارٽي ۾ رهندڙ مارونڙن جا به. مون کي اهو اندازو هيئن ڏيو جو انهن پڏايو ته وٽن ڪا به پارٽي ووٽ ڏيڻ لاءِ منت سيڙ ڪرڻ ڪونه آئي آهي. جيتوڻيڪ پارٽي ۾ جيڪي غيرسنڌي رهن ٿا، تن وٽ پنهي اميدوارن جا ماڻهو ووٽ واسطي پئي آيا ويا آهن.“

”اسان جو به حال ڪونهي ۽ نه اهڙي دلچسپي آهي جو اڳوات لسٽون ڇڪاسي، پنهنجن نالن داخل هجڻ جي پڪ ڪريون ها.“

”مان وات تي پئي سوچيندو آيس ته هنن چونڊن جي مهم دوران ڪنهن به پليٽفارم تان، ڪنهن به اميدوار يا ڪنهن به پارٽيءَ سنڌ جي مسئلن جو ذڪر ڪونه ڪيو. اسلام ۽ ملڪي سالميت کي بي بنياد خطرن جو اجايو وڏاءُ ڪري ورجايو ويو، پر سنڌ ۽ سنڌين کي جيڪي حقيقي خطرا آهن، تن بابت هڪ اکر به نه ڳالهايو ويو. مون کي هڪڙو مثال ذهن ۾ اچي ٿو: غيرسنڌي ڪوٽا سسٽم ختم ڪرڻ چاهين ٿا. ان سسٽم ڪري سنڌين کي ڪجهه نوڪريون ۽ ڪاليجن ۾ داخلائون پلئه پونديون آهن. پر اهو پڻ برداشت نه ٿو ڪيو وڃي ۽ هڪ اميدوار وعدو ڪيو ته ڪوٽا سسٽم کي ختم ڪرايو ويندو.“

”مذهب ۽ ملڪي سالميت جي اوٽ ۾ اسان کي لتاڙيو

پيو وڃي."

"چونڊن ڪري جلسا، جلوس ٿيندا آهن، نعرا لڳندا آهن، تقريرون ٿينديون آهن ۽ ٻي سياسي چرپر ٿيندي آهي، ان ڪري ماڻهن ۾ ڪنهن حد تائين سياسي سجاڳي ۽ راجنيتي شعور وڌندو آهي. پر سنڌ جي، خاص ڪري ڳوٺن ڪي ان ڪان به گهڻي حد تائين محروم ڪيو ويو، اهو هن طرح ته گهڻن تڪن ۾ مقابلو ئي ڪونه ٿيو.

*　　*　　*

ان وقت هن جا ٻيا ٻه سنگتي لطيف ۽ سهراب پڻ اچي سهڙيا. لطيف ايندي ئي چيو:

"يار، شهر ۾ ڏاڍا هنگاما ٿي رهيا آهن. پنهنجا سنڌي ڀا ڪُٽجن. جيئن ته هڪڙي سياسي پارٽيءَ جو اڳواڻ سنڌي آهي، تنهنڪري ٻي ڌر وارا سمجهن ٿا ته سڀ سنڌي ان پارٽيءَ ۾ شامل آهن ۽ ان جي اميدوارن کي ووٽ ڏيندا. حالتن ڪري ٿيو به ائين آهي. هڪ ته ڪا اهڙي پارٽي هئي ڪانه جنهن کي سنڌي صفا پنهنجو سمجهن ۽ هنن کي ڪنهن نه ڪنهن کي ووٽ ڏيڻو هو، مٿان وري جو ٻي ڌر وارن جي اجائي مخالفت ۽ ڪارگند ٿي، تنهنڪري هنن به سوچيو ته پوءِ ائين ئي سهي."

لطيف، سارنگ ڏي منهن ڪري پڇيو:

"ووٽ ڏئي آئين؟"

"منهنجو ووٽرن جي لسٽ ۾ نالو ئي ڪونهي."

"ائين نه ائي. نالو ته منهنجو ڪونه هو ۽ ڪيترا ئي

نالا واقعي ئي لسٽ ۾ داخل ڪونہ ڪيا ويا هئا. پر تنهنجو ۽ تنهنجي پارٽيسرين جا نالا هئا. مون پاڻ ڏٺا هئا.“

”پر اسان وٽ تہ ڪو ورڪ ڪرڻ ئي ڪونہ آيو.“

”پنهنجي ڪرتوتن ڪري سڄيءَ طرح سنڌين وٽ وڃڻ جي هنن کي همت ڪانہ ٿي آهي.“

رانجهي چيو: ”هن اليڪشن ۾ هتي جي ماڻهن، خاص عوامي شعور رکندڙن، اها ڪمي محسوس ڪئي آهي يا ائين چئجي تہ پياس محسوس ڪئي آهي تہ پنهنجي پارٽي هجي ها، جا اسان جي حقيقي مسئلن جي پڌيرائي ڪندڙ هجي ها، جن جي اميدوارن کي پنهنجو سمجهي، هنن جو ورڪ ڪجي ها ۽ ووٽ ڏجي ها.“

سارنگ چيو: ”ان ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هنن چوندن جي مهم دوران، سنڌين هڪ خال ٿي محسوس ڪيو: سياسي، نظرياتي ۽ سماجي خال.“

لطيف چيو: ”پين تي پارٽو ناهي، ماتم ڪرڻو ۽ ڳوڙها ڳاڙڻا ناهن. پنهنجن هٿن ۾ فولادي قوت پيدا ڪرڻي پوندي، پنهنجون زنجيرون پاڻ ئي ٽوڙيون پونديون: شخصي سطح تي، طبقاتي سطح تي، قومي سطح تي.“

* * *

شام ٿي. سڀئي سنگتي چوندن جا نتيجا ٻڌڻ واسطي ٽيليويزن سامهون ٿي ويٺا.

سارنگ چيو: ”ڪراچي ٽي - ويءَ تان رڳو سنڌي پروگرام اچڻ کپي، پر ڏٺن سان ڏاڻ پيا رڙيون ڪريون،

اڙ ڪلاڪ ڪان وقت نه وڌي نه وڌيو. وزيرن جا بيان به بي اثر ثابت ٿيا.“

لطيف چيو: ”ان مان پڌرو آهي ته ڌهرائن، بيانن، تقريرن، ايڊيٽوريلن ۽ منٿ ميڙ مان ڪجهه ورڻو ناهي.

رانجهي چيو: ”چونڊن جي مهم دوران مخالف پارٽين کي ريڊيئي ۽ ٽيليويزن تي گهٽ وقت ٿي ڏنو ويو. هنن هاءِ ڪورٽ ۾ لڙي اهو حق حاصل ڪيو آهي ۽ هنن کي به هاڻي انهن ادارن تي اوتروئي وقت ملي ٿو، جيترو حڪومتي پارٽيءَ کي. اسان پڻ ٽئڪس ڀريندڙ آهيون ۽ ٽيليويزن تي اسان کي به پورو پورو حق آهي، پر اسان ۾ ايترو به حال ڪونهي جو ڪورٽ ۾ ئي اهو ڪيس ڪريون.“

لطيف چيو: ”پر سائين ڪيس ڪير ڪندو؟ اسان وٽ تنظيم ڪٿي آهي. اهڙين ڳالهين لاءِ تنظيم کپي. پارٽي کپي. عملي ڄاڪوڙ کپي. اسان کي ان نتيجي تي پهچڻ ۾ هاڻي هبڪ نه هجڻ گهرجي ته هتي اهڙي پارٽي هجي، جنهن جي سياست جو بنياد سنڌيت هجي ۽ ان جون پاڙون هارين ۽ پورهيتن ۾ هجن.“

اتي ٻاهر هل بکيڙو پڌڻ ۾ آيو. اهو وڌندو ۽ ويجهو پوندو ٿي ويو. هو سڀئي اُٿي ٻاهر نڪري آيا.

وايومنڊل ۾ گوڙ ۽ نعرا هئا، درن ڀڄڻ ۽ شيشن ٽوڙڻ جا آواز هئا، پٿر بازي ۽ گولين ڇوڙڻ جا ٺڪاءَ هئا، ٻارن جون ڪيڪون ۽ ضاعفن جون رڙيون ۽ واڪا هئا، رت ۽ باروت جي بوءِ هئي. پاڙي جي ٻن ٽن گهرن مان دونهين

جا ڪڪر اڏري رهيا هئا.

لطيف در جي چير مان جهاتي پائي، رستي جو ڏيک ڏٺو. هزارين ميڇريل ماڻهن جو انبوهه هو، جو گهرن تي حملا ڪري رهيو هو.

جيئن ته رانجهي جي گهر ۾ پار ٻچا هئا، ان ڪري سيني دوستن حفاظت لاءِ هن گهر ۾ ئي ترسڻ مناسب سمجهيو.

لطيف رانجهي ڏي مهڙ ڪري پڇيو: ”گهر ۾ ڪو هٿيار اٿئي؟“

رانجهي، جنهن جو منهن پيلو پئجي ويو هو، تنهن ڪنڌ لوڏي ناڪار ڪئي.

لطيف چيو: ”اسين نه پاڻ وٽ هٿيار رکندا آهيون ۽ نه وڙهڻ ۽ پنهنجو بچاءُ ڪرڻ جي سکيا وٺندا آهيون!“

سيئي سنگتي هڪٻئي کي خالي خالي نظرن سان ڏسڻ لڳا.

(١٧- مارچ ١٩٧٨ع)



# پراڻا ساٿي

قدوس، پنهنجي اصلي ديس بهار هندستان کي ڇڏي،
اوڀر بنگال ۾ لڏي آيو. بنگلا ديش ٺهڻ وقت اتان پڇڙو
پيس. عارضي طرح برما ۾ رهيو. موقعو ملڻ تي هتي هليو آيو.
مان اول ئي هڪڙي ڪهاڻيءَ ۾ ٻڌائي چڪو آهيان
ته هن هندستان ڇو ڇڏيو. مان اهو پڻ هڪڙي ڪهاڻيءَ
۾ ٻڌائي چڪو آهيان ته هن کي بنگلاديش ڪيئن ڇڏڻو
پيو. مان اهو نه ٻڌائيندس ته هو برما ۾ ڇو نه ٽڪيو؟ مان
اهو به ٻڌائڻ کان نٽائيندس ته هن جو هتي ڪهڙو حشر
ٿيندو؟ مان هن ڪهاڻيءَ ۾ تمام ٿورن اکرن ۾ اهو
ٻڌائيندس ته هو پنهنجي پراڻي ساٿيءَ سان ڪيئن مليو.

* * *

ڪيترن ڏينهن کان شهر ۾ زبردست هنگاما ٿي رهيا
هئا. جلوسن، جلسن، هڙتالن ۽ ڀڃ ڊاهه جي ڪاررواين جي
ڌُمَ لڳي پئي هئي.
ورهين کان وٺي ڏٺو ويو هو ته هتي جيڪي به وڏا
جهڳڙا، فساد، وڳوڙ، ڇڪتاڻ، اختلاف ۽ تضاد ٿين ٿا،
تن ۾ به الڳ ۽ ڇنڊيون ٽريون ٿيون ۽ پنديون هيون: ڌرتيءَ
وارا ۽ ٻاهران آيل. پوءِ اهو مسئلو زبان جو هجي يا تهذيب
جو، ڪوٽا جو هجي يا ڪاليجن ۾ داخلا جو، نوڪرين

جو هجي يا روزگار جو، شهرن جي مداري جو هجي يا ڳوٺن جي ترقيءَ جو، چونڊن جو هجي يا سياست جو.

هنگامي دوران، هڪ ڏينهن، شهر جي ڪناري تي، مارواڙن جو هڪڙو ڳوٺڙو هو، جنهن ۾ پندرهن ويهه ڪچا ۽ ڪکاوان گهرڙا هئا، سو ٻري رهيو هو. ٻاهر جا پيڙ نڪري رهيا هئا، ۽ دونهون فضا والاريندو ٿي ويو.

رستي تي ڏهن ٻارهن گاڏين ۾ محافظ بندوقون تاڻيو بيٺا هئا. چوڌاري ميل ڪن ۾ ماڻهو ئي ماڻهو هئا. انهن ۾ تماشبين به هئا ۽ اهي ماڻهو به جي پندرهن ويهن هزارن جي ٻاٽيٽي ۾ جلوس ڪيي، پيچ ڊاهه ڪري رهيا هئا. وايومنڊل ۾ ماس سڙڻ جي بوءِ هئي.

ٻاهر جي ويجهو ڪو به نظر ڪونه ٿي آيو. ڳچ مهل گذري وڃڻ تي به ميونسپالٽيءَ جو ٻاهه وسائڻ جو عملو ڪونه پهتو هو. اهو ڪاٿو ڪرڻ ڪٺن هو ته ڪيترا ڳوٺاڻا پورهيت ٻاهر جو بک ٿيا ۽ ڪيترا پنهنجي جان بچائي ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ڳوٺ ميهون ڪيي وڃڻ جو سوال ئي ڪونه هو. انهن جو جهجهو تعداد جاي رهيو هو.

اها پنج سال اڳ جي گهٽنا آهي.

* * *

هينئر مخالف پارٽيءَ، حڪومت ۽ حڪومتي پارٽيءَ خلاف هلچل هلائي هئي. گهٽ ۾ گهٽ ملڪ جي وڏن شهرن ۾ تحريڪ جاري هئي، جيتوڻيڪ مخالفت حڪومت

سان هئي، پر تحريڪ، هتي جي ٻن ڏرين جي ڇڪتاڻ جو روپ ورتو. مخالف ڌارين وارا، هزارن جا جلوس ڪڍي، شهر ۾ ڍچ ڌاهم ڪندا هئا. هنن جو نشانو سرڪاري جڳهين ڪانسواءِ ڏيهم ڏٺين جون ملڪيتون پڻ هونديون هيون.

ماروئڙن واري سا ڳئي ڳوٺ تي وري حملو ڪيو ويو. پر هن ڀيري حملي ڪندڙن جي پنهنجن ارادن ۾ ڪامياب ٿيڻ جو سوال ئي ڪونه ٿي اٿيو. گذريل ڏاڍاين جي مدنظر هن ڳوٺ جي ماروئڙن توڙي شهر جي ٻين پساڙن پنهنجي پنهنجي هڪ بچاءَ ڪاميٽي ٺاهي هئي. ان جي ذريعي نه رڳو مردن کي پر زالن کي گهربل سکيا ڏني وئي هئي، ۽ گهربل سامان هٿ ڪري رکيو ويو هو، جيئن حملو ڪندڙن جو هر نموني ۾ گڏجي مقابلو ڪري سگهجي. سيني پاڙن جون بچاءُ ڪاميٽيون پاڻ ۾ به لهم وچڙ ۾ هيون.

هنن ماروئڙن کي هن ڀيري ڏاڍو آسانيءَ سان معلوم ٿي ويو ته هي جي هزارن جي هجوم جي مستيءَ ۾ هلان ڪن ٿا، سي معمولي مقابلي جي سٽ به نه ٿا جهلي سگهن.

* * *

هنگامن دوران، محافظ خان جي ڊيوٽي هن شهر ۾ لڳي. هتي جا ڪي واقعا ڏسي يا ٻڌي، هن کي قدوس ياد اچي ويندو هو. مثال طور: هڪڙي ماڻهوءَ کي ڇرو هڻي ماريو ويو. محافظ خان ڏٺو ته ڇرو انهيءَ ڍنگ سان هنجي پيٽ ۾ ٽنبيو ويو هو، جنهن ڍنگ سان قدوس ۽ سندس ساٿي ٽنبيندا هئا. نه فقط ايترو پر هن ڏٺو ته اهو ڇرو، جو قاتل

ڪاڻ اتي رهجي ويو هو، سو سا ڳي ٻڙائين جو هو، جيڪو قدوس ۽ هن جا ساٿي استعمال ڪندا هئا.

هڪ ميڙ ۾ مالوٽوف بم اڇلايو ويو، جنهن ڪري ٻه ماڻهو مري ويا ۽ ڪيترا ڦٽجي پيا. محافظ خان کي ياد آيو تہ اهڙا بم قدوس جي گهر ۾ ٺاهيندو هو.

ڌرتيءَ وارن خلاف ڪوڙيون چغليون هڻي ۽ بهتان مڙهي، هنن کي پڪڙائڻ وارا واقعا به قدوس جي ٽولي جي ڪم جا طريقا هئا.

اوڀر بنگال ۾ گذريل وقت، پنجاب مان آيل محافظ خان جي ڊيوٽي ڍاڪا ۾ لڳي هئي. ان وقت قدوس اتي رهندو هو. هو بنگالين خلاف جاسوسي ڪري، خبرون پهچائيندو هو، ۽ هنن کي پڪڙائيندو هو. بم ٺاهي، بنگالين تي اڇلائيندو هو. هو ۽ هن جا ساٿي باهيون ڏيڻ، قرلت ڪرڻ، ڦرن سان مارڻ ۾ ڀرپور حصو وٺندا هئا. هو انقلابي اديبن، شاعرن ۽ دانشورن خلاف چغليون هڻندو هو ۽ هنن کي پڪڙائڻ جو ذريعو بڻبو هو. سهڻين بنگالي ڇوڪرين ۽ زالن جا نشان پتا ڏئي، هو هنن جي آبرو لٽائڻ ۾ مددگار ٿيندو هو.

مقصد ساڳيو، منزل ساڳي. اتيئي محافظ خان ۽ قدوس جي گهاٽي ياراني ٿي ويئي. هو هڪٻئي جي ڇانوَ بڻجي ويا.

سو هن شهر جا واقعا ڏسي ۽ ٻڌي، محافظ خان کي قدوس ياد ايندو رهيو.

هڪ ڏينهن جلوس رستي تان لنگهي رهيو هو. هڪ هنڌ جلوس مٿرجي پيو ۽ هڪ گهر تي پٿر بازي ڪرڻ لڳو. محافظ خان ڊيوٽيءَ تي هو، هن اچي هڪ پٿر اڇليندڙ کي ٻانهن کان جهليو. ٻنهي جون نظرون مليون تہ وري هڪٻئي ڏي گهوري نهاريائون ۽ پوءِ هڪٻئي کي ڀاڪين پئجي ويا.

”يار محافظ خان!“

”يار قدوس!“

انهيءَ ئي گهڙيءَ ڏيهہ ڏٺي ٻنهي کي گهيرو ڪري ويا.

(١٣- مئي ١٩٧٧)



# وراڪا وڇن جا

ٻاهر وڇن جا وراڪا آهن، جهڙيون سونيون سرڪڻ ڦاهيون. گجگوڙ جا ڌماڪا آهن. جڻ بم ڦيا ڪرن، جڻ شهر جي سڀني موٽرن جا آواز روڪ (Silencer) ڦاٽي پيا آهن. طوفان جا اهڙا سوساٽ آهن جو ڄاڻجي پيو ته هڪ ئي وقت هزارين واسينگ ڦوڪارا هڻي رهيا آهن، يا بي شمار شرير شاگرد ڪيٽرن ئي موٽرن جي هوا ڪڍي پيا ڪڍن. ۽ مينهن ائين پيو وسي جيئن جبل تان ڪرندڙ آبشار. انهن سان گڏ رات جو انڌوڪار.

”ملڪ ۾ ائين ئي اونده لڳي پئي آهي، هي بجليءَ وارا اونده ۾ اونده لڳايو ويٺا آهن.“ هڪڙو ساٿي ميڻ بتي ٻاريندي چوي ٿو.

”هتي ته بوندون بارش پئي ته بجلي ائين بند ٿيو وڃي جيئن سنڌو درياهه جو پاڻي بند ڪيو اٿن.“ ٻيو ساٿي چوي ٿو.

”پر اڄ ته اسان کي ههڙي ئي ماحول ۽ موسم جي ضرورت هئي.“ ٽيون ساٿي، مرڪي، پنهنجو خيال ظاهر ڪري ٿو.

”ڪنهن جاسوس جي انديشي کان سواءِ، پوري پروسي سان ويهي ٿا پروگرام ٺاهيون.“ چوٿون ساٿي، ڪوٺيءَ جو در بند ڪندي چوي ٿو.“

"اسين وچون آهيون، اسين گجگوڙ آهيون، اسين طوفان آهيون، اسين آبشار آهيون." ٻيو ساٿي، مٺ ڀڪوڙي، هوا ۾ بانڌ ڪري چوي ٿو.

"اسان سرڪش ڦاهي آهيون، اسان ڌماڪا آهيون، اسان پهاڙ ڏان ڪرندڙ تيز وهڪرو آهيون،" ٽيون ساٿي چوي ٿو.

"ڏسو! اسان آزاديءَ جي شمع جلائي آهي." ميڻ بتي ٻاريندڙ چوي ٿو.

"اسان هيڙي انڌوڪار ۾ به روشني ڦهلائي آهي،" چوٿون ساٿي چوي ٿو.

پارٽيءَ، چئن شاگرد ڪارڪنن تي پمفليٽ جا ڏهه سؤ عڪسي نقل (Photostat) ڪيرائڻ جو ڪم رکيو آهي. هو پنهنجي هاسٽل جي ڪمري ۾، ان باري ۾ صلاح مصلحت ڪرڻ لڳن ٿا:

"تلڪ چاڙهيءَ وارو فوٽو اسٽيٽ وارو آهي ته پنهنجي قوم جو، پر ڏاڍو ڊڄڻو آهي ۽ هٿ ٻڌي جند ڇڏائيندو آهي، ۽ هي ڪم نه ڪري ڏيندو آهي."

"جنرل هوشو روڊ وارو فوٽو اسٽيٽ وارو به اسان جي پنهنجي قوم جو آهي، پر هن جا افعال به سا ڳيا آهن. ڪم نه ڪندو آهي."

"گاڏي کاتي وارو فوٽو اسٽيٽ وارو به اسان جي قوم جو ماڻهو آهي. هو مڙس ماڻهو هو. اسان جا ڏاڍا ڪم ڪيائين ۽ پئسا به گهٽ وٺندو هو، ۽ ڪڏهن ته پئسا وٺندو ئي نه هو. پر جڏهن ڪان هن تي پوليس ڇاپو هنيو

آهي، هو به مجبوري ٿو ڏيکاري."

"اسان جا ماڻهو ڏٻيل ۽ هيسيل آهن."

"ان ڪري اسان کي ٻي ڌر جي فوٽو امڙيت وارن وٽ هلڻو پوندو."

"ان کي دليري چئجي يا ٻيو ڪجهه، پر هو ٿورا ڪم ڪري ڏيندا آهن. لالچ ته پنهنجي جڳهه تي آهي، پيٽا پئسا وصول ڪندا آهن."

"دليريءَ جو سوال ڪونهي، پر هنن جا نوڪرشاهيءَ سان لڳ لاڳاپا آهن. هنن مٿان سلامتيءَ جو هٿ آهي ۽ هنن کي چاهي لڳڻ ۽ وٺ پڪڙ جو انديشو نه هوندو آهي."

"پر اسان کي هر حال ۾ خبردار رهڻ کپي. بنيادي طرح هنن جي راهه الڳ آهي ۽ اسان جي راهه الڳ آهي. هنن تي ڪڏهن به اعتبار ڪرڻو نه آهي. هنن جا ذهن سازشي ۽ ٻچاڙا آهن. ڪنهن به وقت اسين ڏوکي ۾ اچي سگهون ٿا."

"هيءَ به ڳالهه آهي ته پنهنجو جي ڪم نه ڪندو ته به نقصان نه رسائيندو ۽ نه نمڪحرامي ڪندو."

"بهرحال ڪم ته ڪرائڻو آهي. ٻي ڌر جي فوٽو اسٽيٽ وارن مان سون کي به اهڙا سڃهن ٿا، جن اڳ به اسان کي اهڙي قسم جو ڪم ڪري ڏنو آهي. هو لالچي به آهن. رواجي طرح ايترين ڪابينڪيرائڻ جي حالت ۾ هنن کي اڳهه ۾ چڪچيرت ڪرڻ کپي، پر هو ته مرڳوئي پيٽا پئسا وصول ڪندا آهن."

"اهي ٻه ڪهڙا آهن؟"

"هڪڙو اسٽيشن روڊ وارو ۽ ٻيو يونيورسٽي بس اسٽاپ وارو."

ٻچڙيءَ ۾ هو يونيورسٽي بس اسٽاپ واري فوٽو اسٽيٽ واري وٽان، پمفليٽ جون هڪ سؤ ڪاپيون ڪيرائڻ تي سهمت ٿين ٿا ۽ تفصيلوار سٽاءُ سٽن ٿا.

*          *          *

ٻئي ڏينهن، ڏهين بجي، ٻه شاگرد يونيورسٽي بس اسٽاپ وٽ، بس جي انتظار ڪندڙ هجوم ۾ ملي وڃن ٿا ۽ ٻه شاگرد، ان فوٽو اسٽيٽ دڪان جي سامهون، رستي جي ٻئي پاسي، فوٽ پاٿ تي وڃي بيهن ٿا.

اس ۾ تيزي ٿيڻ شروع ٿي آهي. ڪڪرن جو نالو نشان ڪونهي. آڪاس نيرو، صاف ۽ چلڪندڙ آهي، ۽ اهڙو معصوم پيو لڳي جو ڪنهن کي ٻه شڪ پئجي نه ٿو سگهي ته هن رات ڪهڙا راڳ ڪيا آهن. رستي تي پاڻيءَ جا ڍنڍا، گپ ۽ ڪيچڙ آهي. گاڏين ۽ ماڻهن جي اچ وڃ اڄ ڪجهه گهٽ آهي.

فوٽ پاٿ تي بيٺل ٻه شاگرد، جڏهن ڏسن ٿا ته دڪان ۾ ڪو گراهڪ ڪونهي ته هو ٻئي جڻا رستو پار ڪري دڪان اندر گهڙي وڃن ٿا. دڪاندار پهرين انڪار ڪرڻ جو نمونو اختيار ڪري ٿو، پر پوءِ مڃي وڃي ٿو، ان شرط تي هڪ صفحي جي رواجي اگهه پنجاهه پئسا بدران ڏهه

رهيو ڏنو ويندو، ۽ ڀيو پئسا ان وقت اڳواٽ ڏنا ويندا.
شاگرد اهي شرط مڃين ٿا. ان دوران هنن جا ٻه ساٿي، جي
هجوم ۾ بيٺا آهن، سي دڪان سامهون رستي جي ٻئي پاسي
فوٽ پاٿ تي اچي بيهن ٿا. دڪان جي ڪاپيل در پٺيان، ڪاٺ
جي فريم سان ڪپڙي جو پردو رکيل آهي، تنهنڪري
دڪان اندر نظر نه ٿي پوي. هو پنهنجي ساٿين کي دڪان
مان ٻاهر ايندو ڏسي، وري واپس اچي هجوم ۾ ملن ٿا ۽
ٻيا ٻه ڄڻا به اچي ان هجوم جو حصو بڻجن ٿا. بس اچي ٿي
ته چارئي ڄڻا ٻين سان گڏ ان ۾ چڙهن ٿا. هاسٽل ۾ پهچي،
دڪان ۾ ويل ساٿي، ٻين ٻن ساٿين کي ٻڌائين ٿا ته
پمفليٽون سانجهيءَ جو ستين ٻجي ملنديون.

* * *

سانجهيءَ جو ستين ٻجي ساڳيا شاگرد ساڳي خبرداريءَ
سان اتي اچن ٿا. جڏهن دڪان خالي ڏسن ٿا ته ٻه ڄڻا
رستو پار ڪري دڪان ۾ داخل ٿين ٿا. رستي تي گهڻ ٻيڙ
آهي. باقي ٻيا ٻه ڄڻا هن وقت رستي جي ٻئي پاسي فوٽ پاٿ
تي گڏ نه ٿا بيهن، پر هڪبئي کان ڪافي پري بيٺا آهن
۽ اهڙي نموني جيئن هنن جي دڪان تي نظر پئجي سگهي.
جيئن ئي دڪاندار هنن کي پمفليٽن جو ٿهو ڏئي ٿو،
تيئن ٻه ماڻهو رواجي ڪپڙن ۾ دڪان اندر گهڙي اچن ٿا
۽ ڇوڪرن کي چون ٿا ته اسين اهو مواد ڏسنداسون. ڇوڪرا
مامري کي سمجهي وڃن ٿا ۽ پمفليٽن جو بنڊل هنن جي
حوالي ڪرڻ بدران، ان سميت ليوهه ڏئي ٻاهر ڀڄڻ جي

ڪوشش ڪن ٿا. پر اتي ئي اٺ ڏهه پوليس وارا وردين ۾،
دڪان جي دروازي وٽ اچي پهچن ٿا ۽ هنن شاگردن ڏي
بندوقون تاڻين ٿا. ٻنهي شاگردن کي گرفتار ڪيو وڃي
ٿو .... هنن جا ٻه ساٿي، جي پرڀرو موجود آهن، سي اتان
کسڪي وڃن ٿا، ماڻهن جو وڏو ميڙ ڪٺو ٿي وڃي ٿو.

* * *

ان ڳهتنا کي هفتو گذري ويو آهي. صبح جا اٺ وڳا
آهن. هي وقت اهڙو آهي جو هن بس اسٽاپ تي يونيورسٽيءَ
ڏانهن ويندڙ شاگردن جو وڏو ڳاٽيٽو موجود رهندو آهي.
هي بسون ڪناريون ۽ ٽڪا اسٽارٽ قسم جون هونديون آهن،
۽ ڏسي خيال ايندو آهي ته انهن کان ميونسپالٽيءَ جون
ڪتن ڪڍڻ ۽ گند ڍوئڻ واريون گاڏيون به چڱيون آهن.
اهڙيون بسون به ٿوريون ۽ اڻپوريون هونديون آهن، ۽
جڏهن بس ايندي آهي ته ٻيڻل ڇوڪرا ان ۾ جاءِ حاصل
ڪرڻ واسطي پري کان ئي ڀڄندا آهن. پوءِ ٻڍڙ ٻوڙان
۽ ٽڪ ٽڪان ۾ راهو ڏيک ڏسي، ڪاٿو ڪري سگهبو آهي
ته هتي تعليم تي ڪيترو ڌيان ڏنو ٿو وڃي ۽ اهو پڻ سمجهه
۾ اچڻ لڳندو آهي ته انهن شاگردن ۾ ڇو طبقاتي ۽ قومي
بغاوت جو سمنڊ ڇوليون هڻي رهيو آهي....

رستي تي گاڏين ۽ پيادلن جي اچ وڃ اوج تي آهي.
گاڏين جي انجڻن، ڦيٿن ۽ هارنن جي آوازن جو شور آهي.
ماڻهو تيز تيز وکون کڻندا پنهنجن ڌنڌن، آفيسن ۽ ڪمن
ڪارين ڏانهن وڃي رهيا آهن. پر واري اسڪول جو اڳيا

گهڻد ڪرڻ وڳو آهي ۽ ٻار ان جي اڱڻ ۾ رانديون ڪنديون ۽ واڪا رڙيون ڪندي، آسمان مٿي تي کڻي رهيا آهن. اسڪول جي ٻاهرين در وٽ ٻيڻل ڳاڏن وارا گهوراڙو ”گرم چولا“، ”دال پوري“ ۽ ”مٺي گنڊيري“ جا هوڪا ڏئي رهيا آهن. پروراي پان جي دڪان تي ٽيپ رڪارڊ جو ڳانن جو اپ ڦاڙ آواز آهي.

پئمفليٽ سان واسطو رکندڙ پارٽيءَ جا شاگرد، پنهنجي سٽاءَ موجب، ان فوٽو اسٽيٽ دڪان جي سامهون ۽ آسپاس موجود آهن. رستي تي دستوري اچ وڃ جاري آهي. دڪان خالي ڏسي، ٻه شاگرد اندر گهڙي وڃن ٿا ۽ دڪاندار کي ڪي پنو ائين ڏيکارين ٿا ڄڻ ته هنن کي ان جو عڪسي نقل (Photo Stat) ڪرائڻو هجي، ۽ پوءِ اوچتو وڃ وانگر دڪاندار تي حملو ڪن ٿا. ائين چار شاگرد ٻيا به گهڙي اچن ٿا. هو ڪپڙي اندر لڪل پستول ۽ متر ڪا ٻاهر ڪڍن ٿا. متر ڪن وارا فوٽو اسٽيٽ مشين تي زور زور سان متر ڪا هڻي ان کي ڀڃڻ، ڊاهڻ ۽ ڇيهون ڪرڻ ۾ لڳي وڃن ٿا. ٻيا دڪاندار جي مرمت ڪرڻ ۾ مصروف ٿين ٿا. چاليهن هزارن واري مشين تباهه ٿي وڃي ٿي .... شاگرد ٻاهر نڪري، ٽڙي پکڙي وڃن ٿا. مشين جي ڀڃڻ جا ڪڙڪا رستي تي ايندڙ ويندڙ ڳاڏين جي گوڙ جو حصو بڻجي وڃن ٿا، ۽ ڇوڪرا ٻاهرين انبوهه ۾ ملي وڃن ٿا.

(٣٠- جون ١٩٨٤

# واريءَ ۾ ليڪون

سائين!

توهان جا لک لائق. توهان جي پارٽ سپارٽ تي مان هن ”اخبار“ جو خاطو بنجي ويو آهيان. اصل ۾ گهڻي ٽائي کان ان جتن ۾ هوس ته ڪنهن سنڌي اخبار جو نمائندو بنجان، پر ڪاميابي حاصل ڪانه ٿي هئي. منهنجو اهو شوق انهيءَ جذبي هيٺ هو ته مان پنهنجي ڏتڙيل، پيڙيل ۽ پٺتي پيل ڌرتي سنڌين جي غيرانساني جيون، هنن تي وڌيرن، ڪامورن ۽ پوليس جي ٿيندڙ ظلمن، زيادتين ۽ ڏاڍاين جون حقيقي حالتون، اصلي خبرون ۽ اکين ڏٺو سماچار، اخبارن رستي سنڌ ۽ سڄي سنسار تائين پهچايان ۽ هنن جي ذهن ۽ ضمير کي جنبش ۾ آڻيان. ڪوڙ ٽائي کان هٿ پير هلايم، پر ڪنهن به اخبار مونکي پنهنجو خاطو، نمائندو يا عيوضي مقرر نه ڪيو. هينئر توهان پنهنجي دوست ايڊيٽر ڏانهن سفارشي چٺي ڏني ته منهنجو ڪم ڏاڍي سولائيءَ سان ٿي ويو. نه رڳو ايترو، پر مون ٻڌو هو ته منڍ ۾ ڊپازٽ جي نالي ۾ پنج سؤ رپيا ورتا ويندا آهن، مون کان اهي به نه اگهاڙيا ويا. مون کي مقرريءَ جو ”صحافت جو ڪارڊ“ مليو ۽ فقط ايترو چيو ويو ته اخبار کي اشتهار ڏيارڻ جي پوري ڪوشش ڪندو رهان.

سو سائين، توهان جا ورِي به وڏا ٿورا، هاڻي مونکي وجهه مليو آهي ڌرين جا نه رڳو مسئلا ۽ مشڪل، عوام ۽ اختياريءَ وارن تائين پهچائڻ جو، پر ڌرجي مصيبتن جا حل ۽ اتي ٿي سگهندڙ ترقيءَ جي تجويزن طرف به توجهه ڇڪائيندس. اهو مان پنهنجو قومي ۽ انساني فرض سمجهي ڪندو رهندس. ڌرين کي خيرات ۾ ڪجهه ماڻ يا رحم جي هيٺ هنن جي جهول ۾ ڪجهه پوڻ وارا تصور ختم ٿيڻ کپن. هنن ۾ ذهني سجاڳي، نظرياتي شعور ۽ عملي طاقتون اهڙيون پيدا ڪيون وڃن جو هو پنهنجي همت، حوصلي ۽ ٻانهن جي ٻل سان پنهنجا انساني ۽ ملڪي حق وٺن ۽ پاڻ ئي ترقي ۽ اڳتي وڌڻ جون واٽون ڳولهين، ۽ انهن تي هلي منزل ماڻين. هو پڻ سنڌين سان ساٿ ڏئي، پنهنجي قومي ماڳ تي پهچن.

هي واريءَ جون ڀٽون، هي رڻ پٽ، هي ڇوڙيا، هي کوهه، هي ڪاڏيون، هي مينهن تي ساوا ٿيندڙ کيت، انهن مان ئي ڌرين جي زندگي اڀرڻ ۽ اسرڻ کپي. مارون ڙن ۽ سانگيئڙن کي اهو سڀڪجهه پاڻ ڪرڻو آهي.

* * *

سائين!

"اخبار" کي خبرون ۽ شڪايتون موڪلڻ شروع ڪري ڇڏيون اٿم. هتي عوام سان جيڪي وهي واپري ٿو، عام ڌرين جا جيڪي مسئلا آهن، هنن جا مطالبا ۽ احتجاج، هنن تي پرمار، پوليس ۽ ڪاموري طبقي طرفان جيڪي سنهيون

سنڌيون ڏاڍايون ۽ بي‌انصافيون ڏين ڏيون، تن جو حقيقي ۽ اڪين ڏٺو تفصيل پئي موڪليو اٿم. پر مان ڏسان پيو تہ اهي شيون نہ پيون ڇاپيون وڃن. يا انهن مان ڪا شيءِ ڇاپي ٿي وڃي تہ صفا مروڙي سروڙي، جو اصل حقيقت جو ڪو ڪاٿو ئي نہ ٿي سگهي. مان اخبارن ۾ پيو هٿڻ جون خبرون پڙهي، هاڻي آساني‌ءَ سان انومان ڪيس سگهان ٿو تہ اخبار وارا فقط ڪامورڪي خوشامد جون خبرون ۽ وڏيري ڪي قومي هيرو ڪري پيش ڪرڻ وارو سماچار ڏيندا آهن، مونکي ذهني ۽ عملي طرح ان ڳالهہ ڪان نفرت آهي. مان ائين ڪري نہ ٿو سگهان.

اوهان روز ڪا نہ ڪا اخبار پڙهندا هوندا. ان ۾ ڇپيل مواد بابت اوهان پاڻ ويهي سوچيندا تہ توهان کي محسوس ٿيندو تہ صحافت جو صاف ۽ سڳورو ذنڌو ڪيڏو نہ ڪيري پيو آهي. صحافت جي ڪيڏي نہ مٺي پليد ڪئي وئي آهي. ان جو هاڻي هر باشعور اخبار پڙهندڙ، چڱي‌ءَ ريت واقف آهي. سرڪاري توڙي غير سرڪاري مارڪيٽ ۾ صحافين جو قلم ائين پيو وڪامي، جيئن ڪڪڙ ۽ ڪوڙا وڪامندا آهن. انهن صحافين ۽ اخبار وارن، وقت جي حڪمرانن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ خاطر، اخبارن ۾ خوشامدي‌ڪلما ۽ اهي‌اهي بيان ڏيڻ جو ذنڌو اختيار ڪيو آهي، جن جو مثال درٻارين جي تاريخ ۾ ملڻ بہ مشڪل آهي. اخبارن ۾ رڳو ڪامورن جا فوٽو ۽ ان سان گڏ سندن بيگمن‌جون تصويرون ۽ انهن جا پوز نظر ايندا. وري اشتهارن

جي لالچ ۾، اخبارن عوام جي ترجماني ڪرڻ تان ئي هٿ ڪڍي ڇڏيو آهي. ماڻهن سان اخبار وارن جو ڪيڏو نه ظلم آهي، جو پئسا ڏئي اخبار وٺن ته اخبار ۾ ملڪي خبرون پڙهن، پر ان جي بجاءِ ڪين زوريءَ ڪامورن جون تصويرون ڏيکاريون وڃن ٿيون....ائين برابر آهي ته سڀني اخبارن جو اهو رويو نه آهي، پر ڏسجي ٿو ته ڪن اخبارن قسم کنيو آهي ته رڳو ڪامورن ۽ سندن بيگمن جا فوٽا ڇاپيندا ۽ انهن جون تعريفون لکندا رهندا.

* * *

سائين!

مونکي صحافيءَ جي اهميت ۽ صحافت جي حقيقت جي باري ۾ چڱو آزمودو ٿيندو پيو وڃي. صحافيءَ کي پگهار ڪانه ٿي ڏني وڃي، نه ڪو الائونس ۽ نه ڪو اجورو. خبرن موڪلڻ لاءِ هن کي ٽپال جو خرچ به پنهنجي کيسي مان ڏو ڪرڻو پوي، ۽ ساڳئي مقصد واسطي تارون ڪرڻ يا فون تي ڳالهائڻ جي لاڳت پڻ پنهنجي هڙان ڪرڻي ٿي پوي. ان کان سواءِ هن کي خبرون هٿ ڪرڻ واسطي يا واردات جي جاءِ تي پهچڻ، ٻئي ڳوٺ يا ٻئي شهر، پنهنجي سائيڪل، موٽر سائيڪل، گاڏي، لاري يا ڪنهن وهٽ تي وڃڻو پوي ته ساري چٽي هن کي پنهنجي کيسي مان ڀرڻي پوندي. ان جي مٿان وري اخبار وارن جي دٻ تي دٻ، تقاضا تي تقاضا ته اخبار لاءِ ”توجهه طلب“ يا ٻئي قسم

جا اشتهار ڏيا ريو.

پوءِ پڻ آخر صحافين کي ڇا ٿيو پلئه پوي جو هيڏي هڻ هڻان ڪن ٿا، ۽ پنهنجن پروان چڙهيل دشمنيون پرائين ٿا؟... انهيءَ ڏاڪي تي ئي بدنام ڪرڻ جون ڌمڪيون، مشهور ڪرڻ جا وعدا جنم وٺن ٿا ۽ بليڪ ميلنگ ڪرڻ جا دروازا کلي وڃن ٿا، ۽ صحافي وچهه جو فائدو وٺي سگهي وڃي ٿو. تيل ترڻ مان ڪيڻ جو هن کي پورو موقعو آهي.

مان پنهنجي ”صحافي ڪارڊ“ جي سگهه به ڏسي چڪو آهيان. مان ان ڪارڊ ڪري ڪنهن به ڏاڍي يا ڪنهن به آفيس ۾ ۽ ڪنهن به ڪاموري وٽ اندر لنگهي وڃي سگهان ٿو. مون کي نه صرف هڪدم اندر اچڻ وڃڻ ڏنو ويندو آهي، پر عزت سان وهاريو ويندو آهي ۽ چانهه پاڻي به پياريو ويندو آهي، ۽ ڪلاڪ ڇهري سان خيرعافيت پڇي ويندي آهي ۽ خبرون ڏنيون وينديون آهن. اهڙي خوشگوار هلت جي موٽ ۾ مون تي شرط آهي ته مان خبرون انهن عملدارن جي مرضيءَ موجب اخبار کي موڪليان ۽ هنن جي ڏاڍاين، ظلمن ۽ بي انصافين بابت ٻڙڪ نه ٻوليان. نه ته، مون سان هلت مٺين جي ابتڙ ٿيندي.

انهن ڪارڊن ڪري ڪي صحافي انهن ڪامورن مان ڪئي ڪم ڪڍندا آهن ۽ پين ماڻهن جا ڪم به ڪرائيندا آهن، ان لاءِ ڇيو وڃي ٿو ته هو پنهنجو ڪيسو ڪرڻ به نه وساريندا آهن.

جيئن مون مٿي چيو آهي ته اهو "صحافي ڪارڊ" ڪامورن جي خوشامد لاءِ سنڌ جو ڪارڊ آهي. ساڳئي وقت ان ڪارڊ سان، نه رڳو ڊائن ۾ آفيسن ۾ بنا روڪ ٽوڪ وڃي سگهان ٿو، پر جلسن، جلوسن، فلمن ۽ سئنيمائن ۾ اهو ڪارڊ اندر داخل ٿيڻ جي اجازت نامي جو ڪم ڏئي ٿو. رستي تي چيڪ اپ ۾ يا ڪنهن وزير سفير جي ميٽنگ ۾ به اهو ڪارڊ، منهنجي لاءِ ڪا جهل پل پيدا نه ٿو ڪري. پوليس منهنجو ڪٿي به رستو نه ٿي روڪي. مونکي وڏيون رعايتون مليل ويون آهن، مان وڏو معزز بڻجي ويو آهيان. پر سوال آهي ته مان پنهنجي ذهن ۽ ضمير کي تين وال ڪرڻ لاءِ تيار آهيان؟ ڇا مان پنهنجن هارين ۽ پورهيتن کي ڀڄي ڏيڻ لاءِ اکيون پوري سگهان ٿو؟

*    *    *

سائين!

تازو "اخبار" کي سنڌو درياهه جي پاڻيءَ بابت لکيو اٿم، پر ڪونه ڇپيو اٿائون. اسان وٽ ڏر ۾ برسات نه پئي آهي. هتي جو هرڪو مارو مينهن پوڻ لاءِ دعائون گهري رهيو آهي. شايد تمام جلد سڄي سنڌ جو هرڪو هاري ۽ زميندار به اسان ڏر وارن وانگي برسات واسطي واجهائيندو. سنڌونديءَ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ سبب ۽ تربيلا بند مان سنڌ جي حصي ملڻ کي يقيني نه بنائڻ وارا مسئلا ان ڳالهه جا اڻچاڻ آهن ته سنڌ ڌرتيءَ جون سون ورنيون پنيون سڪي خاڪ ٿي وينديون؛ سنڌ پر ڪڇهه، ڪمند ۽ ٻين اهم جنسن

جي پوک مهل پاڻيءَ جي بيوقتي وارابندي ۽ هٿرادو ڪوٽ سنڌ جي معيشت کي ڪاپاري ڌڪ آهي. سنڌ جا لکين سانگيئڙا اڳ ئي ڪافي سورن ۾ آهن، سي وڌيڪ سورن ۾ ڦاسي ويندا. سنڌ کي سنڌونديءَ مان ١٩٤٥ع جي سنڌ-پنجاب انگريمينٽ موجب پاڻي مهيا ڪونه ٿو ڪيو وڃي. ويتر چشما رائيٽ ڪئنال جي اڏاوت ڪانپور ۽ انگريمينٽ جي خلاف، سنڌونديءَ جو پاڻي ٻين صوبن کي ملي رهيو آهي. تنهن کان سواءِ ٻُڌڻ ۾ اچي ٿو ته ”ڪالاباغ ڊئم“ جي ٺاهڻ جي رٿا کي به هٿ ۾ کنيو ويو آهي. جيڪڏهن ائين ٿيو ته پوءِ پڪ سان سنڌ جون ٻنيون سڪي ٺوٺ بنجي وينديون. هتي سرسبز علائقي بدران بيابان هوندو ۽ هتي جو وڏيرو، ليڊر، وزير توڙي هاري، اسان ٿرين وانگر برسات لاءِ واجهائيندو رهندو. هينئر وڏيرو وزارت جي ڪرسيءَ تي خوشيءَ مان ٽينگ ٽپا ڏئي ٿو ۽ ملڪي مسئلي کي اهميت ڪانه ٿو ڏئي. هن کي خبر تڏهن پوندي جڏهن سندس باغ بستان سڪي ويندا ۽ برسات جي پاڻيءَ تي آبادي ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيندو. اسان جي ڳالهه کي نه ليڊر ٿا اهميت ڏين ۽ نه اخبار وارا. پر مان اهو چوڻ تي مجبور آهيان ته ”اٺ تڏهن ٿي رڙيا، جڏهن پورا ٿي سبيا.“

ڏسجي ٿو ته ”اخباري دنيا“ اها آهي ته چورن ۽ ڀاڱاريدارن کي، پوليس ۽ ڪامورن کي، وڏيرن ۽ ليڊرن کي بليڪ ميل ڪجي. ڪا به خبر ڇپسن وٺڻ کان سواءِ نه ڏجي ۽ جڏهن به اخبار واري شهر ۾ وڃجي ته ايڊيٽر کي

تحفا ڏجن ۽ ڀرپور دعوتون ڪجن.

* * *

سائين!

اصل ۾ ته ۾ بنيادي تبديليءَ جي ضرورت آهي، سماجي ۽ اقتصادي انقلاب جي ضرورت. موجود پيداوار جا ذريعا اجاگر ڪيا وڃن ۽ نوان پيداوار جا ذريعا پيدا ڪيا وڃن ۽ اهي ذريعا عوام جي ملڪيت هجن. اسان جا سنڌي ساهتڪار ترين ڪي ڪجهه سدارا ڏيارڻ چاهيندا آهن يا هنن تي رحم آڻي ڪجهه ڪرڻ لاءِ تجويزون ڏيندا آهن. ڪنهن قوم تي رحم ڪرڻ جو مطلب آهي ته هن ڪي خيرات ڏئي حالي ان کي ڏاڍو ڀرم آڻڻ ۽ هن جو وات بند ڪرڻ ۽ نه هن کي عمل تي اڀارڻ، پاڻ ڪجهه ڪرڻ يا پنهنجي سرشتي ۾ بنيادي ڦيرو آڻڻ. رحم ڪرڻ سان رحم ڪرڻ واري کي پنهنجي نيڪي ڪرڻ جي احساس ڪري آٿت ته ڏئي ٿو، پر ذلتزيل ۽ مظلوم ماڻهن جي حالت ۾ ڪو بنيادي ڦيرو ڪونه ٿو اچي، ۽ هو پاڻ وڌيڪ ڀُهر ۾ غافل ٿيو وڃي. اهڙي طرح اها اخلاقي اقتصادي نيڪي، پيڙيلن لاءِ ذهني ۽ اقتصادي تباهيءَ جو ڪارڻ ٿي بڻجي. اهو اقتصادي انصاف نه آهي. اهو ماڻهن ۾ انقلاب جو روح ماري ٿو ڇڏي، اهو هنن کي دوکو آهي. رحم جو مطلب آهي ته مظلومن جي ٻني لُوري، هنن کي پنهنجي حالت تي راضي رهڻ جو لاڙو ڏيڻ. رحم، ماڻهوءَ کي انقلاب کان اوجهل ٿو ڪري، اهڙي طرح غريبن ۽ پورهيتن کي سدارا

ڏيڻ به هُنن جي پٺي نپرڻ، هنن کي ٿڌو ڪرڻ ۽ هنن کي اصل مقصد کان غافل ڪرڻ آهي ته جيئن هو معرشتي جي بنيادي تبديلي ۽ انقلاب جو نه سوچين ۽ موجوده حالت ۾ ئي گتا رهن ۽ ان تي راضي گذارين ۽ اصل مرض جي پاڙ پٽڻ لاءِ اٿي کڙا نه ٿين.

هارين، مزورن ۽ پورهيتن ۾ طبقاتي احساس پيدا ڪيو وڃي ۽ هُنن کي اهو محسوس ڪرايو وڃي ته پنهنجي پورهئي جا هو پاڻ ئي مالڪ آهن، پنهنجي ڌرتيءَ جا هو پاڻ ئي مالڪ آهن، پنهنجي زمين جي خزانن جا هو پاڻ ئي مالڪ آهن.

* * *

سائين!

مونکي هڪڙي اخبار جي نمائندگيءَ جو ڪارڊ مليل آهي، جيئن مان باقاعدي خوشامد ڪري سگهان، ۽ اها خوشامد جي سند آهي. مگر مونکي خوشامد ڪرڻ نه ٿي اچي. آءٌ صفا جاهل آهيان ۽ وقت، حالتن، ماحول ۽ معاشري جي رازن کان واقف نه آهيان، ته پوءِ هوا ۾ لٺيون هڻڻ نه کپن ۽ اجايو تنقيد ڪرڻ نه کپي. تنقيد خود نهايت اهم ۽ نازڪ فن آهن. ان فن تي اهوئي ڇاڙو ۽ ساهتڪار قلم کڻي سگهي ٿو، جنهن کي سڀني علمن جي مهارت هجي. باقي جيڪڏهن مون جهڙو اڌ پڙهيل به قلم کڻي ويهي تنقيد ۽ تبصرو ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو ته اصل ۾ اها تنقيد جي فن تي ٺٺولي آهي.

توهان جلد ئي ڪنهن اخبار ۾ يا ڪٿي ٻئي هنڌ پڙهندؤ يا ڪٿي نه ٻه پڙهندؤ ته: .... ٿرپارڪر جو هڪ صحافي، نياز علي، حق ۽ سچ لکڻ ۽ اخبارن ۾ ڇپرائڻ جي راهه ۾ رڪاوٽون ڏسندي، صحافت تان استعيفا ڏئي ڇڏي آهي. هن هڪ بيان ۾ چيو ته هن ماحول ۽ معاشري ۾ سچ جا ساوا وڻ سڪي ويا آهن ۽ سچ ڳالهه چوڻ عيب ۾ ٿو شمار ٿئي. سوسائٽيءَ ۾ صحافت جهڙي وڏي پيشي سان ڳانڍاپي جي بنيادي گهرج آهي ته صحافي، سماجي برائين جي پاڙ پٽي ۽ جرئت ۽ بيباڪيءَ جي وڻ جي آبياري ڪري. پر هتي ڏاهپ جي ذهن کي بچاپڙائيءَ جون ڦوڪون ڏئي گل ڪيو ٿو وڃي، ۽ ڏاهپ جو ڏيو روشن رکڻ سان ماڻهو معاشري ۾ پنهنجو جياپو به قائم رکي نه ٿو سگهي.

هن وڌيڪ چيو ته صحافت، صحافي ۽ اخبار جو پاڻ ۾ سهڪار هيڻن کي اپارڻ ۽ ڏاڍ جا ڏونگر ڏارڻ آهي. باقي صحافت کي ”پوليس پڌرنامو“ يا ”ڪاسورا گزيٽ“ بنائي ڇڏڻ، صحافت تي ڪارو داغ آهي.

* * *

سائين!

مٺان توهان سمجهو هجي ته مان طبقاتي ۽ شخصي اخبارن کان شڪست مڃي، ٿر جي واريءَ جي ڪنهن ڀٽ ۾ دٻجي ويو آهيان. مان ته ٿوهر جو وڻ ٿيڻ لاءِ هٿ پير هلائي رهيو آهيان. ٿوهر جو ٻوٽو، پاڻيءَ بنا اسرندو ۽ نسرندو آهي ۽ ڪنڊن وارو ۽ ڏاڍو سگهارو هوندو آهي. هتي اسان

پورا ڏهه ڄڻا، هم خيال ۽ هم عمل، برجستا ۽ نوجوان، انهيءَ ڪم لاءِ هڪٻئي جا ساٿي بڻجي ويا آهيون. اسان هڪ عمدي سائيڪلو اسٽائيل مشين خريد ڪئي آهي. ان تي هر هفتي فولسڪئپ پني جي ماپ جي ڇهن صفحن جي هڪ اخبار ڪيندا آهيون ۽ باقاعدي ڪيندا آهيون، ۽ انهن اخبارن جو گهڻو ڳاڻيٽو هٿئون هٿ ماڻهن کي پهچائيندا يا وڪڻندا آهيون. ٽري هارين، پورهيتن، سزورن ۽ عورتن تي وڏيرن، پوليس، ڪامورن ۽ ٻاهرين جا جيڪي ظلم ۽ بي انصافيون ٿين ٿيون، تن جا سرزمين تي وڃي، جاچ جوچ ڪري، ثبوت ڏسي ۽ ثابتيون هٿ ڪري پنهنجي اخبار ۾ پورو تفصيل ڏيندا آهيون. پنهنجي علائقي لاءِ تعميراتي ۽ ترقياتي رٿون پيش ڪندا آهيون. ماڻهن ۾ طبقاتي ۽ قومي شعور اڀاريندا آهيون. اسان ٻي ڳالهه به شروع ڪئي آهي: پنهنجي اڳواڻن جي سياسي، قومي ۽ سماجي تقريرن جا ڪئسيٽ ڀري، ۽ پنهنجي شاعرن ۽ ڪهاڻيڪارن جي قومي ۽ انقلابي شعرن ۽ ڪهاڻين سان ڪئسيٽن کي مالامال ڪري، اسين ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي، ميڙ ۽ ڪچهريون ڪري مارونڙن ۽ سانگيئڙن کي اهي ٻڌائيندا آهيون. هي ته اهي ماڻهو هوندا آهن جن وٽ نه ڪا اخبار پهچي سگهي ۽ نه وري هو پڙهڻ ڄاڻن جو اخبار پڙهي سگهن... پنهنجي انهن ڪمن جي باري ۾ مان توهان جو رايو ضرور ڄاڻڻ چاهيندس، پر حالي اسين ڪارڪن پاڻ پنهنجي انهن سرگرمين جي نتيجن کي پرکي رهيا آهيون ۽ چڪاس ڪري رهيا آهيون...

(١٩- نومبر ١٩٨٤ع)

# ڏاڍا ماڍهو ڏيهہ جا

اڄ رات جو ننڊ ڦٽي پئي آهي....پر ڇو؟.... مان ننڊ جو ڏاڍو ڪچو آهيان. پر هينئر اهڙو ڇا ٿيو هو؟ مڇرن به ڪونہ پٽيو آهي. تيز هوا هجڻ ڪري مڇر ڪونہ آهن. ڪتن جو ڀؤنڪڻ به ڪونہ آهي. ڏيڏرن جي ”ٽان ٽان“ بہ تہ ڪانہ آهي. رات جو گهر جي گلن جي ٻاريءَ وارو نلڪو کولي ڇڏيندو آهيان ۽ اتي جڏهن پاڻيءَ جو چڱو چوکو ڍٻو ڪٺو ٿي ويندو آهي تہ ڏيڏر اتي پهچي ويندا آهن ۽ موج ۾ ٽپيون ڏئي، خوشيءَ جا نعرا هڻندا آهن .... ٻن ٻلين جي وڙهڻ جون بہ ڇيخون ڪونهن....ڪنهن گڏهہ جي هينگ بہ ناهي. پاڙي مان ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. ٻيو ڪو گوڙشور بہ ڪونہ آهي. اندر ڪمرن ۾ تہ ڪو ڪڙڪو ڪونہ ٿيو هو؟ ڪنهن خوفناڪ خواب تہ ننڊ نہ ڦٽائي آهي؟ هي ڇا دماغ ۾ ڦيري اچي رهي آهي. بلڊ پريشر تہ اوچتو ڪونہ وڌي ويو اٿم؟ ائين بہ هجڻ نہ کپي. ڪالهہ سانجهيءَ جو چڪاس ڪئي هئم تہ بلڊ پريشر ٺيڪ هو ۽ رات بلڊ پريشر جي ٽڪي کائي ستو هوس....ڪهڙي لہ سهڻي چنڊ جي وڻندڙ چانڊوڪي آهي، جيڪر ساري اکين ۾ اوتي ڇڏيان. پر هي ننڊ کي ڇا ٿي رهيو آهي؟ سڄي ٻيو ۽ ٻوسٽ جو احساس پيو ٿئي.

ڇا هندستان جي ڀوپال شهر جي يونين ڪاربائيڊ گئس جي ڪارخاني جهڙي ڪا گئس ڦهلجي رهي آهي! پر هتي ميل اندر ته ڪو اهڙي قسم جو ڪارخانو ني ڪونهي.

مان هاڻي چڱيءَ طرح ٿو محسوس ڪريان ته وايومنڊل ۾ نهايت اگري قسم جي ڌپ آهي. ڇا ڪو گٽر ڦاٽو آهي؟ نه، هيءَ ته ان کان وڌيڪ ساڙيندڙ بانس آهي. ڇا ڪو ڍنگي، گونهه ڀريل گاڏيءَ سان رستي تان لنگهي رهيو آهي؟ نه، هيءَ بدبوءِ اهڙي به نه ٿي ڏسجي. ڇا ڪو ڍوندي آهي؟ ڀاڙي ۾ ڪو بند ڪوٺيءَ ۾ مئو يا ماريو ته نه ويو آهي، ۽ گهڻن ڏينهن گذرڻ تي ڪينو ٿي ڌپ ڪئي اٿس؟ ....

ڌپ وڌيڪ تيز ٿيندي ٿي وڃي ۽ نڪ جو وري اچڻ مشڪل پيو لڳي. اٿي وڃي در جي ٻاهران واءُ سواءُ لهان ٿو. چاڊوڪي ته آهي پر ڌپ جو ڪو ڪارڻ نظر نه ٿو اچي ۽ ڌپ جي تيزاڻ ڪري نڪ بند ڪرڻو ٿو پوي. وري اچي ليٽي پوان ٿو ۽ ڦٿڪندو رهان ٿو.

* * *

ڪجھ ڏينهن کان، هڪ لحاظ کان، شهر جهنگل بڻجي ويو آهي. گهٽين ۽ گلين ۾، رستن ۽ بزارين ۾، گهرن ۽ دڪانن جي سامهون جانور عام جام ڏسجي رهيا آهن: ڍڳا، ٻڪر، گهيٽا ۽ دنبا. شهر جا چوڪ، مال پڙيون بڻجي ويون آهن. جانورن جي چوڌاري ماڻهن جا ميڙ رهن ٿا. جانورن لاءِ آندل گاهه ۽ انهن جي مُٽَ، ڇيڻن ۽ ڦولهڙين ڪري، شهر جي گندگي ويتر وڌي وئي آهي. ماڻهو ۽ خاص

ڪري ننڍا ٻار، خريد ڪيل جانورن کي، رسين کان وٺي، ٻاڙي ۾ سارو ڏينهن گهمائيندا رهن ٿا. ان طريقي سان هو واقفڪارن کي ٻڌائڻ چاهن ٿا ته هو قرباني ڪري رهيا آهن. هنن انهن جانورن کي ڏاڍو سينگاريو آهي. انهن جي ڳچين ۾ ڳانا، هار ۽ گهنگهرو ٻڌا اٿن. هنن جي جسمن تي رنگين رومال، چٽڪمريون چادرون ۽ جهالرون اوڍيون اٿن. اڇن جانورن تي رنگا رنگي چٽ ڪيا اٿن. ڏينهن جو اهي جانور گهر يا دڪان آڏو ٻڌي ٿا ڇڏين، جيئن آيو ويو پيو ڏسي. ان ڪري گهٽين ۾ گاهه، ڇيڻن ۽ ڦولهڙين جو گند پريو پيو آهي. اخبارن ۾ فوٽا اچي رهيا آهن انهن جانورن جا، جي ڪروڙ پتي ڪارخانيدارن، سيٺين ۽ سرمائيدارن ويهه پنجويهه هزار رپيا ڏئي خريد ڪيا آهن.

* * *

عيد ڪانپوءِ ٻيو ڏينهن آهي.

”يار اندر سڙي پيو، دل ڪامي پئي!“ علي بابا اچڻ سان چوي ٿو.

”ڇو، ڇا ٿيو؟“ مان پڇان ٿو.

”قربانيءَ جي ناليءَ ۾ جانورن سان جيڪي ٿئي پيو، سو ڏسڻ تي ڏسندو پيو اچان. يار، مان ڏاڍو حساس ماڻهو آهيان. اسان الائي ڪڏهن وحشپڻي جي دور مان نڪرنداسين. اسان جي لکڻين جو ماڻهن تي اثر الائي ڪڏهن ظاهر ٿيندو. وڏي ڳالهه ته پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ پنهنجي قرباني ڏيڻ بدران ٻڪر ڪهي سمجهون ٿا ته اسان پنهنجو فرض پورو ڪري

ڇڏيو. انهن اسان ۾ بي عملي پيدا ٿي ٿي ۽ پوءِ ٺلها نعرا هڻڻ تي سڄو زور صرف ڪريون ٿا." علي بابا ورائي ٿو.

اتي ٻه چار ٻيا ساهتڪار سنگتي اچي پهچن ٿا. خيالن جي ڏي وٺ اهو ئي رخ وٺي ٿي، جنهن بابت اسان اڳيئي ڳالهائڻ شروع ڪيو هو. پوءِ ڳالهين ٻولهين ۽ بحث مباحثي جو اڻ کٽ سلسلو ڦٽندو وڃي ٿو:

" آڳاٽن مذهبن ۾ ماڻهوءَ جو بليدان ڏنو ويندو هو. ديوتا جي ماڻهون يا ان جي نيت انسانن کي ان لاءِ ڪٺو ويندو هو ته اهو ملڪ ۽ ان جا رهاڪو، ديوتا کي ان نموني راضي رکي سگهن ۽ ان جي ڪاوڙ ۽ ناراضگيءَ کان بچڻ جيئن هو هنن کي ٻڪ، ڏڪار، وبائن ۽ ٻين آفتن کان محفوظ رکي."

"پوءِ اهڙو دور آيو جو انسان جو بليدان ڏيڻ بدران، جانورن جو بليدان ڏيڻ شروع ڪيو ويو. حقيقت ۾ پنهنجي وقت جو اهو ترقي پسند ۽ انقلابي قدم هو. ڪنهن انسان۔ دوست پيشوا کي خيال آيو ته هن طرح انسان کي قتل ڪرڻ واري انڌي عقيدتمنديءَ کي ختم ڪيو وڃي. هن اعلان ڪيو ته آسماني هستين کي ڪنهن جانور جي قرباني ڏيڻ سان به راضي ڪري سگهجي ٿو. اهڙي نموني ڪيتريون انساني حياتيون بليدان جو بڪ ٿيڻ کان بچي ويون، ۽ اِن خيال کان اهو ان زماني جو ترقي پسند ۽ انقلابي قدم ٿو. ادا اسلام کان گهڻو اڳ جي ڳالهه آهي."

”پر ان دور کي به ڪيئي صديون گذري ويون آهن ۽ انسان جو ذهن گهڻو گهڻو اڳتي وڌي ويو آهي ۽ سائنس جي ترقيءَ انهن آفتن ۽ وبائن ۽ انسان جي ٻين مسئلن ۽ مشڪلن جي ڪارڻن ۽ حل جي ڄاڻ ميسر ڪئي آهي ۽ خود خدا جي تصور ۾ انقلابي ڦيرو آيو آهي.“

”يار، هاڻي قربانيءَ جي نظريي ۽ قربانيءَ جي تصور ۾ به ڦيرو اچڻ کپي. هاڻي قرباني پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ ڪرڻ کپي. ان جو مطلب آهي قومي آزادي ۽ طبقاتي آزاديءَ لاءِ جان، مال ۽ ملڪيت جو ٻليدان. اها ئي قربانيءَ جي ارتقائي صورت هجڻ جڳائي.“

”مونکي اڄ هڪ ساهتڪار دوست، عزيز مگسيءَ جو عيد ڪارڊ پهتو آهي. هي ڪارڊ هن پنهنجي طرفان ڇپرايو آهي ۽ صفا نئين رنگ ڍنگ جو آهي. اهو مان توهان کي پڙهي ٻڌايان ٿو. هي لکي ٿو: انسان ساوي ڪطرح قربانيءَ جي مطلب کي پنهنجي سمجهه آهر محسوس ڪري ٿو. پر قربانيءَ کي ننڍڙي سوچ هيٺ به سڀڪجهه لٽائڻ ۽ جان مال قربان ڪرڻ، چئي سگهجي ٿو. پوءِ قرباني قوم لاءِ، وطن لاءِ، ڌرتيءَ لاءِ هجي ته بهتر آهي؛ ذاتي فائدي کان گڏيل فائدي ۾ هجي ته سٺي آهي؛ سچ خاطر هجي ته بلند آهي.... عيد، خوشيءَ جي سڃاڻپ آهي. اها خوشي، اهڙي قربانيءَ سان گڏيل هجڻ گهرجي. پوءِ اسان ڇو نه اهڙي آدرش سوچ رکي، پنهنجي قوم لاءِ، ڌرتيءَ لاءِ، وطن لاءِ، غيرطبقاتي سماج لاءِ ۽ پنهنجن لاءِ قرباني پيش ڪريون.

جيڪڏهن اسان اهو سمجهي ورتو ته پوءِ اجوڪي ڏينهن جي اهميت ۽ قرباني ۽ جي فلسفي کان واقف ٿي وينداسين. قرباني انسانيت جي سربلندي آهي. اها سربلندي قوم، ڌرتي ۽ ڏيهه جي آهي. اچو ته انسانيت ۽ قربانيءَ جي ان عظيم فلسفي تي عمل ڪريون ۽ عيد ملهائڻ لاءِ قربانيءَ جي هر اڏڪي تي چڙهون. اهڙي قرباني واري عيد جون اوهان کي اڳڀرات مبارڪون هجن."

"قربانيءَ جو هڪڙو پيو مقصد به ٻڌايو ويو آهي ته قربانيءَ جو جانور وهٽ بڻجي، قرباني ڪندڙ کي، پنهنجي ڏڏيءَ تي چاڙهي پلصراط پار ڪرائيندو. پلصراط اها پل آهي، جنهن تان لنگهي، انسان بهشت ۾ پهچندو. پل تان ڪريو ته هيٺ دوزخ ۾ وڃي ڪرندو. پلصراط واري پل وار تان سنهي ۽ تلوار کان تکي آهي. سوال آهي اهڙي قسم جي پل ۽ ان تان چوپائي جانور جي لنگهي سگهڻ جو؟"

"ان سوال تي هاڻي سوچڻو ناهي. اهي سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ کان اڳ جي دور جون ڳالهيون آهن. ان وقت جانورئي سواريءَ جا وهٽ هئا. هاڻي هيليڪاپٽر تي اڏامي، سولائي ۽ سلامتيءَ سان ڪهڙي به پل پار ڪري سگهجي ٿي، ان ڪري هاڻي هيليڪاپٽر جي قرباني ڪرڻ کپي!"

ٺهڪن جي گونجار.

گهڻو ڪري رشوتي ڪامورا، وياج خور، سمگلر،

وڏيرا، سرمائيدار، ڌرتيءَ تي ڌاريا، قومي ۽ طبقاتي پرمار قرباني ڪندا آهن. اڄوڪي اخبار ۾ ڏاڍو دلچسپ ڪارٽون ڏنو ويو آهي. ان ڪارٽون جو سرو لکيو ويو آهي: ’قربانيءَ لاءِ ٻڪر خريد ڪرڻ وقت، ساڌهو شرعي حڪم موجب، هن ۾ اهو ڏسڻو پوندو آهي ته ان ٻڪر ۾ ڪو نقص يا عيب ته ڪونهي؛ پر جيڪڏهن ٻڪر کي به اهو اختيار ڏنو وڃي ته سندس خريدار جي ڪردار ۾ ڪا خرابي ته ڪانهي ته پوءِ ڇا ٿئي؟‘.... هيٺان ڪارٽون ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ٻڪر رشوتين، بلئڪ مارڪيٽ ڪندڙن، نشيدار شين جو واپار ڪندڙن، سمگلرن، پرمارن ۽ قومي ڌارين سان وڃڻ کان انڪار ڪن ٿا....اڄهو وئو اخبار، توهان پڻ ڏسو هي اخبار، توهان پڻ ڏسو هي ڪارٽون....“

هرهڪ ساٿي اهو ڪارٽون ڏسي ٿو ۽ مرڪي ڏئي ٿو.

”حج جي ميدان تي هزارين لکين جانور ڪٺا وڃن ٿا. اهو سارو گوشت ذري گهٽ ضايع ٿيو وڃي، اتي جي حڪومت طرفان ٽريڪٽر ۽ بلڊوزر هلائي، اهو زمين ۾ واريءَ ۾ دٻايو ويندو آهي.“

”هڪ ٻن سالن کان ان گوشت جو ڪجهه حصو، هوائي جهازن وسيلي، ڪن ملڪن جي غريبن ۽ پناهگيرن جي کاڄ واسطي موڪليو ٿو وڃي. اڃا به ڪنهن کي سمجهه آئي ته اتي سرزمين تي گوشت محفوظ ڪرڻ جا ڪارخانا (Food Preservation Plants) لڳرائي، اهو گوشت گهڻو وقت کائڻ لائق رهڻ لاءِ دٻن ۾ محفوظ ڪرايو

وينداو."

"اسان ننڍا هوندا هئاسين ته ڪو حج تي ويندو هو ته هرڪو ماڻهو هن کي چوندو هو ته اتي پهچي ڪعبي ۾ منهنجي حق ۾ دعا گهرجانءِ. هاڻي حج تي ويندڙ کي ڪو چوي ٿو ته مون لاءِ واچ آڻجانءِ، ڪو چوي ٿو مون لاءِ ريڊيو آڻجانءِ، ڪو چوي ٿو ته ٽيپ رڪارڊ آڻجانءِ، ڪو چوي ٿو ته ٽي-وي آڻجانءِ، ڪو چوي ٿو بوسڪي آڻجانءِ يا ٻيون اهڙيون شيون. حاجي به اتان موٽندي سون ۽ ٻيون اهڙيون وڏيون آڻين ٿا، جن جي آڻڻ جي قانوني اجازت ڪانهي، ۽ چنگيءَ کان بچڻ لاءِ بيشمار بي‌ايمانيون ڪن ٿا. پوءِ اهڙيون شيون هتي وڪڻي وڏا نفعا ڪمايا وڃن ٿا."

"حاجين جا اهي حال ۽ افعال ڏسي، مان ته سو چوندو آهيان ته هي حاجي ناهن، سمگلر آهن. جيڪو هڪ حج ڪري ٿو سو ڪچو سمگلر آهي، جيڪو ٻه حج ڪري ٿو سو پڪو سمگلر آهي، جو ٽي يا ٽن کان وڌيڪ حج ڪري ٿو سو انٽرنيشنل سمگلر آهي."

"حج جو مذهبي مقصد ته ڪهڙو به هجي، پر ان جو دنيوي مقصد چڱو نه آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته ڪجهه سالن کان ايران جي خمينيءَ ان ۾ سياست جو رنگ ڀرڻ شروع ڪيو آهي."

"هي زمانو اقتصاديات جو آهي ان ڪري هر معاملي جي اقتصادي لحاظ کان ڇنڊڇاڻ ڪرڻ لازمي ٿيو پوي. هن سال سنڌ مان ويهه هزار ماڻهو حج ڪرڻ ويا آهن. ان

جو مطلب ٿيو تہ ويهہ هزار حاجين جو جملي خرچ سٺ ڪروڙ رپيا ٿيندو."

"ورهين کان وٺي سرڪار طرفان سنڌ ۾ ٿيندڙ دڪ حج تي هر سال بندش جو اعلان پڌندا اچون. اهو بہ سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ هڪ ئي اعلان سان ان حج کي سدائين لاءِ بند ڇو نہ ڪيو وڃي ۽ هر سال اها تڪليف ڇو ٿي ورجائي وڃي. بهرحال، جيڪڏهن واقعي ئي هتي ڪا اهڙي شيءِ ٿيندڙ آهي تہ ان سان مذهبي اختلاف تہ ڪري سگهجي ٿو، پر اقتصادي صورت جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ ۾ اهم نظر نہ ٿو اچي. پڌرو آهي تہ ان حالت ۾ هرهڪ حاجيءَ جو خرچ سوين پتي مس ايندو، سو بہ ڏيهي ناڻي ۾، ۽ اهو ناڻو بہ سنڌ جو سنڌ ۾ رهندو."

*　　*　　*

ڪچهري ختم ٿئي ٿي تہ مان ۽ سائين جويو، پنهنجي دوست احمد جي دڪان ڏانهن روانا ٿيون ٿا. رستي ۾ گهٽين ۾ ڪن هنڌن تي ڪالهوڪن ڪٺل جانورن جي رت جا ڪارا نشان آهن؛ ڇيڇڙن، هڏن، اوجهرين ۽ آنڊن جو ڪچرو آهي. ڪتا، اوجهرين کي ڇيري ڦڙي کائي رهيا آهن ۽ ان طرح گند پيا پکيڙين. نڪ ساڙيندڙ ۽ مٺي کي پنوائي ڏيندڙ ڌپ آهي. راتوڪي منهنجي ننڊ ڦٽائيندڙ ڌپ جو ڪارڻ بہ اهو ئي هو. صبح جو مون ڏٺو هو تہ منهنجي گهر جي در جي ٻاهران ڪالهہ ڪنهن قربانيءَ جي ڪٺل جانور جي اوجهري ۽ آنڊا ڦٽا ڪيا هئا، جن مان اها ڌپ اٿي هئي.

رستن تي انهيءَ گند مٿان مکين جا ڪٽڪ آهن. مکيون دست، سوري، مدي جسو بخار ۽ ٻين گوڙ بيمارين جون پکيڙيندڙ بڻبيون آهن. انهيءَ گند ۾ بانس ڪانسواءِ ڪيترين ئي مرضن جا جيوڙا پئدا ٿيندا ۽ ماڻهن جي بدن تائين پهچندا.

ڪن هنڌ جانور ڪسجي رهيا آهن ۽ گوشت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو پيو وڃي. جانور جي ٽنگن ۽ ڪنڌ ۾ رسا ٻڌي، پنج ڇهه ڄڻا ان کي دسين ٿا ۽ ان جي سسي مروڙي، ڪاسائي ان کي سير وجهي ٿو ۽ رت ڦهارا ڪري نڪري ٿو. مون کي هي سارو ڏيک ڏاڍو وحشي لڳي ٿو.... گوشت کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري، ان جي ڇنڊڇاڻ ڪئي پئي وڃي. پرپرو پٽ تي کي پينو، فقير ۽ غريبڙا ويٺا آهن ۽ بکين نظرن سان گوشت کي تڪي رهيا آهن. اڄوکن ڪٺلن جانورن ڪري ڳاڙهي رت جا داغ ۽ ڌٻا نظر اچن ٿا. ڪن جاين تي کي غريبڙا ڦٽي ڪيل آنڊن ۽ اوجهرين کي ڪٽي، صاف ڪري رهيا آهن.... مون کي ياد اچي ٿو ته اڳئين سال مون ٻاڪري عيد سکر ۾ ڪئي هئي. ان ڏينهن درياه جي ڪناري سان لنگهندي، بندر روڊ جي پرسان هڪ کليل ميدان ۾ رسين ۾ ٽنگيل اوجهري ۽ آنڊن جي ٽڪرن جون ڪيئي قطارون ڏٺم. اتي ٻوڙي جي ڏپ هئي. معلوم ٿيم ته سنڌ جا هي ٻي گهر ۽ گهومو غريبڙا هر سال هن موقعي تي لڏو لاهي وهندا آهن ۽ شهر ۾ اضحي ٿيل جانورن جو اوجهريون ۽ آنڊا ميڙي، سڪائي، ڪٽي هليا ويندا آهن.

احمد جي دڪان تي ويٺا آهيون ته دڪ واقفڪار مولوي به اچي نڪري ٿو: هو سرهو نظر اچي رهيو آهي.

”ڏاڍا خوش پيا نظر اچو؟“ سائين جويو هن کي چوي ٿو.

”هي ڏينهن خوش ٿيڻ جهڙو آهي. خدا جو شڪر آهي، ماڻهو ابراهيمي سنت جي پيروي ڪري رهيا آهن ۽ ايمان جي جذبي جي سلامتيءَ جو ثبوت ڏئي رهيا آهن“ مولوي وراڻي ٿو.

مان سوچيان ٿو ته هن خوشيءَ جو سبب هن وٽ اڄ گوشت جو چڱو چوکو ذخيرو ٿيل ته نه آهي....

” رستن تي جيڪي جانورن سان ٿئي پيو، ان بابت اوهان ڇا ٿا محسوس ڪريو؟“ سائين جويو، پنهنجي عادت موجب مرڪندي هن کان پڇي ٿو.

”ڇو؟ ڪو گناهه جو ڪم ٿورو ئي آهي. حلال جانور آهن ۽ نيڪ مقصدن لاءِ ڪُٺا پيا وڃن.“ مولوي چوي ٿو.

سائين جويو بحث ڪرڻ نه ٿو چاهي ۽ ماٺ ڪري مرڪندو رهي ٿو.

پر مولوي وري چوي ٿو ” توهان جهڙن کي احساس نه هوندو، پر هزارين ماڻهو اهڙا آهن، جن کي سال ۾ رڳو هڪڙو ڏينهن اضحيءَ جي ڪري گوشت کائڻ نصيب ٿئي ٿو. غربت ڪري هو ڪڏهن به گوشت خريد ڪري کونه سگهندا آهن. هنن لاءِ هي ڏينهن ڪيڏي نه وڏي نعمت آهي!“

”سائين ڏيو جواب.“ احمد مون ڏي منهن ڪري چيو هو.

مون ڏٺو ته مولوي مرڪي رهيو هو، جنهن ۾ طنز هئي جڻ ته اسان جهڙن کي لاجواب ڪري ڇڏيو هئائين.

”اسان جهڙا ماڻهو اهڙو سرشتو آڻڻ چاهين ٿا، جنهن ۾، رڳو ڪي ماڻهو نه پر ملڪ جا سڀئي ماڻهو، سال جي ٣٦٥ ڏينهن مان هڪڙو ڏينهن نه پر پورا ٣٦٥ ڏينهن گوشت کائي سگهندا. ۽ اهو گوشت ڇيڇڙا، هڏا، اوجهريون، آنڊا ۽ ڪتن لاءِ اڇلايل ماس نه هوندو، پر ران جو گوشت، ڪرڙيءَ جي هڏيءَ جو گوشت، جيرا، بڪيون، مغز ۽ ٻيو هنن جي پسند جو حصو هوندو. ان کان سواءِ اهو گوشت خيرات جو نه پر پنهنجي پورهئي جي مليل پورڻ پئسن مان ورتل هوندو. ڇو ته اهڙي سرشتي ۾ سڀڪو ڪم ڪندو ۽ ڪو به ٻين جي ڪمائي ڦٻائي نه سگهندو.“ مان جواب ڏيان ٿو.

مُلن ۽ مولوين وٽ پنهنجي سوچ، پنهنجو دليل يا سائنسي ڄاڻ ته هوندي ڪانه آهي. هو مذهبي ڪتابن جي حوالن سان آڱلي کي چپ ڪرائڻ يا مڃائڻ جي واٽ وٺندا آهن. هي مولوي به اهڙي طريقي سان ناڪام ڪوشش ڪندو رهيو.

(٢٨- آگسٽ ١٩٨٥)

# جلي جوت جهنگل ۾

ڊاڪٽر جي ڪري ئي، ماستر آدم کي هي ڳوٺ ڇڏڻو پيو هو. پنهنجو گهر به وڪڻائين ۽ رشوت ڏني، انسان ٻئي ضلعي جي اسڪول ۾ بدلي ڪرايائين. هو پيڙهين کان اتي جا رهاڪو هئا. ماستر جا ابا ڏاڏا غريب ڪمي ڪاسبي هئا. اهو گهر ڪکائين جهوپڙي هو، جنهن جي اڱڻ جي چوڌاري ڍنگهرن جو لوڙهو ڏنل هو. نه رڌڻو نه وهنجڻ جي جاءِ. نه مينهن جي سٽ سهي سگهي ۽ نه تيز هوا جي. آدم ڪنهن نموني پڙهي پيو. ان زماني ۾ نوڪري ملڻ ايترو مشڪل ڪانه هوندي هئي، خاص ڪري ماستريءَ جي. هو ماستر بڻجي ويو. ذهين، ڪفايتي ۽ محنتي ماڻهو هو. هن پهرين گهر جوڙائڻ ڏانهن ڌيان ڏنو. آهستي آهستي گهر جي صورت بدلائيندو ويو. گهر جو ڪم پهرين دفعي ۾ ڪٺڻ جو ڪارڻ اهو به هو ته هن کي شاديءَ جو ڏاڍو شوق هو. هن جو مائٽن ۾ مڱڻو ٿيل هو ۽ هو پنهنجي مڱ تي مست هو. هن پنهنجي زال کي اهڙي گهر ۾ رهائڻ نه ٿي چاهيو جتي پورو پردو به ٿي نه سگهي.

گهر رهڻ لائق ٿيڻ ۽ شادي ڪرڻ کان پوءِ پڻ ماستر ان جو واڌارو ۽ اڏاوت ڪندو رهيو هو. هن وقت مينهن ۽ طوفان، ان جو ڪجهه بگاڙي نه ٿي سگهيا. پڪين پٽين ۽

پڪين پٽين سان ورانڊو هو، صفو هو ۽ ڪوٺي هئي. رڌڻو به هو، دروازي سان وهنجڻ جي جاءِ به هئي ۽ دروازي سان ڪاڪوس به هو. لوڙهي بدران گهر جي چوڌيواري اوچي ديوار هئي.

گهڻو وقت ٿيو هن جا وڏڙا لاڏاڻو ڪري ويا هئا. هاڻي تہ هو پاڻ ڳوٺ جي بزرگن ۾ شمار ٿيڻ لڳو هو. هن جي عمر ٥٨ سال هئي. ڀرپاسي ۾ ماستر جي چڱي چوکي عزت هوندي آهي. گهڻائي ماڻهو هن جا شاگرد رهي چڪا هئا ۽ ڪي چڱا وڏا آفيسر ٿي ويا هئا. هو عزت ڀري جيون بسر ڪري رهيو هو.

هاءِ اسڪول پوڻ، بجلي اچڻ ۽ پڪا رستا ٺهڻ ڪري هي ڳوٺ چگيرڙي شهر جو ڏيکاءُ ڏيڻ لڳو هو. ماستر به پنهنجي گهر ۾ بجلي لڳرائي هئي. جيئن تہ هن کي هتان تڪڙو لڏڻو پيو، ان ڪري هن جو گهر جيترو لهندو هو، ان کان گهڻو گهٽ پئسا قبولڻا پيس.

ڊاڪٽر ڳوٺ جي خاص شخصيت هو. هو سياءَ جو سدا ملوڪ ۽ سوچ ۾ ترقي پسند دانشور هو. ننڍي وڏي سان پاڻپيءَ وارو رخ. بيماري سيماريءَ ۾ هڙئون وڙئون ڏئي ماڻهپي جو ثبوت ڏيندو. سول سرجن هوندي به ڳوٺ ايندو تہ ڏهاڙي پيشن جو ڳوٺاڻن سان والي بال کندو. سنڌي ادبي سنگت ۽ شاگرد سنگت جي ڪارڪنن سان خوب ڪچهريون ۽ رهاڻيون ڪندو ۽ هنن سان ويچارن جي ڏي وٺ ڪري نيون سوچون ڏيندو ۽ نيون سوچون پرائيندو.

نوڪريءَ جي سلسلي ۾ هن کي پري وڏن شهرن ۾ رهڻو پوندو هو. ڳوٺ جا ماڻهو بيماري يا ٻين طبي مسئلن جي باري ۾ هن وٽ وٽ ويندا رهندا هئا، يا خط لکي ڏس پڇندا هئا.

هڪ دفعي ماستر آدم، ڊاڪٽر کي خط لکيو: ”مانوارا ڊاڪٽر صاحب! احوال ته ڪافي عرصي کان ملاقات ڪانه ٿي آهي. دل کي هردم توهان سان ملڻ جي اڪير رهي ٿي. خير، حياتي آهي ته ملاقات ٿيندي رهندي. تازو احوال ته منهنجو هڪ دوست پرائمري استاد آهي. هن جي عمر سٺ سالن کي اچي پهتي آهي. سندس شاديءَ کي ٣٥ سال ڪن ٿي ويا آهن، پر اولاد ڪونه ٿيو اٿس. هو اولاد جو ڏاڍو تانگهي آهي. هينئر اولاد خاطر ٻي شادي هڪ پندرهن سالن جي نوجوان ڇوڪريءَ سان ڪري ٿو. عمر جي لحاظ کان سندس مرداني طاقت ڏاڍي گهٽجي وئي آهي. حڪيمن ۽ ٽوٽڪلين وٽ گهڻيئي پنڌ ڪيا اٿئين، پر ڪجهه ڪونه وريو اٿس. توهان پنهنجي وڙ ڪري ڪو نسخو تجويز ڪري موڪليندا، جيئن هن جي شادي ڪامياب ٿئي ۽ هن کي پهرين رات ئي شرمندو ٿيڻو نه پوي. دوائن جي وزن سان گڏ، انهن جي استعمال جي ترڪيب ۽ پرهيز پڻ ٻڌائيندا ته نوازش ٿيندي.... توهان جو پراڻو نيازمند: ماستر آدم.“

هن کي ڊاڪٽر جو هي جواب پهتو:

”سائين آدم خان! تو مون کان ڏس پڇيو آهي، سو مان توکي ٻڌايان ٿو. البت اهو توکي معلوم هجڻ گهرجي ته

سماجي بي انصافين جي ماري ۾ مان ڏاڍو حساس آهيان.
تنهنجي هن خط منهنجي ذهن ۾ چڙ جون چوڇڙيون لڳائي
ڇڏيون آهن. مون ڏانهن خط لکڻ ۽ مرداني طاقت جو ڏس
پڇڻ بدران پنهنجي ماستر سنگتيءَ کي تون سمجهائين ۽
سرمائين ها .... هو ڇوري ته تون هن جي شاديءَ کي ڏهه
پنجٽيهه سال ٿي ويا آهن، پر ٻار ڪونه ٿيو اٿس، ۽ هن کي
ٻار جي ڏاڍي خواهش آهي. پهرين ڳالهه ته ڪي شيون
انسان جي وس ۾ ڪونه هونديون آهن. مثال طور انسان
جي خواهش هوندي آهي ته وڏو دولتمند بڻجي. ان جو مطلب
اهو نه آهي ته دولت حاصل ڪرڻ خاطر هو ڌاڙا هڻي ۽
همگلنگ ڪري. ٻي ڳالهه ته ٻار نه پيدا ٿيڻ لاءِ هرو ڀرو
زال کي ئي ذميوار سمجهيو وڃي. ان لاءِ مرد ۾ به نقص
ٿي سگهي ٿو. هن ماستر کي گهربو هو ته نه رڳو زال جي
پر پنهنجي به ڊاڪٽري چڪاس ڪرائي ها ته ٻار نه پيدا
ٿيڻ جو ڪارڻ ڪنهن جي جسم اندر موجود آهي؟ پوءِ
جي اهو نقص علاج ڪرائڻ جهڙو هجي ها ته علاج ڪرايو
وڃي ها.

ڪڏهن ائين به ٿيندو آهي ته ڪا عورت، جنهن کي
ٻار نه ٿيندو آهي ۽ هن کي انديشو هوندو آهي ته سندس
مڙس ٻي شادي نه ڪري ۽ هن جو اهو ٻڌل هوندو آهي ته
مڙس ۾ نقص هجڻ ڪري به ٻار نه ٿيندو آهي، تڏهن هوءَ
ڪو يار ڪندي آهي ۽ هن کي ٻار ٿي ويندو آهي، ۽ هن
جو گهر ۽ هن جي حياتي ڊهڻ ۽ رولي ۾ اچڻ کان بچي

ويندي آهي. اهڙي قسم جي موضوع هڪڙي ڪهاڻي "وڏيري جو وارث" لکي هئي.

تنهنجي لکڻ موجب ماستر جي عمر سٺ سالن جي ويجهو آهي ۽ مرداني قوت ڏاڍي گهٽجي وئي اٿس. پر پيار جي بي انتها خواهش ڪري، پهرين زال جي موجودگيءَ ۾ هڪ نوجوان نينگريءَ سان نڪاح وجهي رهيو آهي. ان ڪري هو اهڙيون دوائون واپرائڻ چاهي ٿو جيئن مرداني قوت وڌي ۽ هن جي هيءَ شادي ڪامياب ٿئي. (جڻ تہ دوائن سان جواني موٽي ايندي آهي!)

بنيادي ڳالهہ هيءَ آهي تہ هڪ ننڍي نيٽي ڇوڪريءَ جي پوڙهي مرد سان شادي غير سياوي ڪ ۽ وڏي ظلم جي ڳالهہ آهي. تنهن کان پوءِ ڪهڙي گارنٽي آهي تہ هن کي هن شاديءَ مان اولاد ٿيندو؟ اصل ۾ ڏسڻو اهو آهي تہ هن شاديءَ جي ڪري ڪيترين زندگين ۾ ڦيٽاڙو پوندو؟.... ماستر جي پهرين زال جي زندگي عذاب ٿي ويندي، هن جي ننڍي نيٽي زال جون سڀ خوشيون برباد ٿي وينديون. هڪ پوڙهي ۽ نامرد شخص سان لائون لهڻ سان هن جا ڪهڙا اسنگ پورا ٿيندا! جي ٻار پيدا ٿيو تہ هو اڃا پوري طرح وڏو ئي ڪونہ ٿيندو تہ پوڙهو پيءُ مري ويندو يا ڪمائڻ کان ويهي ويندو. ان حالت ۾ هن جي تعليم ۽ تربيت رولي ۾ پئجي ويندي.

اصل ۾ ٻار ڄڻ جو شوق "ذاتي ملڪيت" جي تصور سان ڳنڍيل آهي. ملڪيت وارو، پنهنجي ملڪيت جو وارث

چلڻي وڃڻ چاهيندو آهي. پر هن حالت ۾ خبر ناهي ماستر جي ايڏي ملڪيت آڏي يا نه، ۽ هن جو وارث پيدا ٿئي يا نه، پر پنهنجي هن ٻي شاديءَ ڪري هو ٻين کي لاوارث ڪري ويندو.... پرمار ۽ قرلت ڪندڙ طبقي جي ريس ۾ يا انهن جي ٺاهيل رواجن جي چڪر ۾ اچي يا انهن جو بهانو بنائي، اسان جا پورهيت پڻ پنهنجي پينگ ڪري وهندا آهن.

اهڙا ماڻهو پنهنجن پٽن ڪمن لاءِ مذهب جي آڙ وٺندا آهن. پر هي دور انهن ماڻهن جي اصليت کي وائکو ڪرڻ جو آهي. انهيءَ سلسلي ۾ منهنجيون ڪهاڻيون: "مدي خارج" ۽ "اڄ پڻ اڏڙين...." پڙهڻ کپن.

هاڻي ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته هيءَ شادي ٿيڻ نه ڏني وڃي. پنهنجي ڳوٺ ۾ ساهتڪارن ۽ شاگردن جون ترقي پسند قوتون موجود آهن. سنڌي ادبي سنگت وارن کي ڇڏ ته هن ٿيندڙ سنگ خلاف نعراءُ پاس ڪن. پنهنجي ڳوٺ جي هاءِ اسڪول جي شاگردن جي پارٽين کي به حقيقتون ٻڌايو ۽ هنن کي تحرڪ ۾ آڻيو. هو ماستر جي منصوبي جي خلاف احتجاج ڪن ۽ ضرورت پئي ته هن کي چتاءُ ڏين ته ڳوٺ ۾ هن جي پت وائکي ڪئي ويندي ۽ هن جي نامرديءَ جو پڙهو گهمايو ويندو. توکي ياد هوندو ته مون اهڙي قسم جي ڪهاڻي "چيچڙي" لکي هئي.

تو مون کان ڏس گهريو آهي ۽ مان ڏس ئي موڪلي رهيو آهيان. ان روڳيءَ کي منهنجو هي خط پڙهائجان، ۽

ان ۾ جن پنهنجين ڪهاڻين جا حوالا ڏنا اٿم، ۽ جي منهنجي
جدا جدا ڪتابن ۾ ڇپيل آهن، سي پڻ هن کي پڙهڻ کپن....

* * *

ڊاڪٽر جو هي خط پڙهي، آدم جا هٿ پير ڍري ويا.
هن جا طاق لڳي ويا. هن جو دماغ سُن ٿي ويو. هن کي
ڊاڪٽر وٽان ڇرڇي ۾ بہ اهڙي جواب جي اميد
ڪانہ هئي. ڊاڪٽر سدائين معاملي فهمي ۽ همدرديءَ جو
ورتاءُ ڪيو هو. ماستر آدم، ڊاڪٽر جي همدرديءَ جي
ورتاءَ جا ٻہ خاص آزمودا ڪڏهن بہ نہ وساريا هئا:

هڪ ڀيري هو هڪ وڏي شهر ۾ پهريون گهمرو ويو
هو. اتي جا نٽ نٽانگر، فلمون، ۽ بزارين ۾ ڏاهوڪيون
فئشنبل ۽ اڌ اگهاڙيون ڇوڪريون ڏسي، هن جا جذبا
ٺهڪندڙ پاڻيءَ وانگر اڀامڻ لڳا. زال سؤ ميل پري هئي.
هن سوچيو تہ هيڏي شهر ۾ ڪير ٿو ڪنهن کي سڃاڻي، ۽
ڇڪلي ۾ ڪهڙو منهنجو سڃاڻو هوندو جو ڳوٺ وڃي
منهنجي بدنامي ڪندو. هو ڇڪلي ۾ پهچي ويو. هن کي
ايترو مزو آيو جو جيڪي ٽي راتيون هو شهر ۾ هو، اتي
ويندو رهيو. ڳوٺ واپس اچڻ جي چوٿين پنجين ڏينهن هن کي
پرميل جو مرض ٿي پيو. هو گهٻرائجي ويو. پنهنجي منهن
کي ستيون ڦڪيون ڪيائين ۽ ٻُڌل سڌل کي ٽڪيون
۽ ڪئپسول بہ واپرايائين. ڪٿان ٻڌو هئائين تہ پئنسلين جي
سئي ان مرض لاءِ هڪ ٽڪ علاج آهي. اها سئي وٺي ڪنهن
اڻڄاڻوءَ کان وڃي لڪ ڇپ ۾ هڻايائين. اها پاڻءَ نہ پيس

۽ اهڙو خطرناڪ Reaction ٿيس جو مرندي مرندي بچيو.
ڪنهن دلي دوست کي به ان بيماريءَ جي باري ۾ نه ٿي ٻڌايائين، ۽ نه ڪنهن ويجهي ڊاڪٽر وٽ ٿي ويو. بدناميءَ جو ڊپ ٿي ٿيس. پيشي جي لحاظ کان هن کي شريف ٻنجڻو هوءِ هن جي شرافت جي شهرت به هئي. انهن ٽوٽڪن مان ٿورو گهڻو فائدو ته ٿيس ٿي، پر پن ٽن ڏينهن ۾ بيماري وري اٿلي ٿي پئي. نيٺ اها بيماري شدت اختيار ڪري وئي ۽ ڏاڍي تڪليف ٿيڻ لڳس. هاڻي ته خوف خطرا ۽ انديشا ٿيڻ لڳس. ٻڌو هئائين ته ان روڳ ڪري پيشاب بند ٿي ويندو آهي، ماڻهو نامرد بنجي ويندو آهي، دماغ خراب ٿي پوندو آهي، سنڌن جو دائمي سور پوندو آهي، ماڻهو انڌو ٿي پوندو آهي.... هن کي هاڻي شرم کي پاسي تي رکڻو پوندو.

هو پنهنجي ڳوٺ واري ڊاڪٽر سول سرجن وٽ شهر ۾ پهچي ويو. هو هٻڪي هٻڪي، ڊاڪٽر کي پنهنجي بيماريءَ جو احوال ٻڌائڻ لڳو. ڳالهائيندي ڳالهائيندي شرم ۽ گهٻراهٽ کان هن کي پگهر اچي ويو. ڊاڪٽر سان اکيون ملائي نه سگهيو. هڪ ڀيرو جو ڊاڪٽر جي منهن ڏي نهاريائين ته هن کي اتي ڪاوڙ، نفرت، ملامت، ٺٺولي يا بيزاري نظر ڪانه آيس. اتي به پنهنجائپ جا اڏيهاڻ هئا، ڊاڪٽر ۽ ڳوٺائي جي پنهنجائپ جا اهڃاڻ. نه غصي جي ڳاڙهاڻ هئي ۽ نه نفرت جا گهنج. پاڻ هن جي هٻڪ ۽ گهٻراهٽ محسوس ڪري، ڊاڪٽر کيس دلداري ڏني

۽ بيماريءَ جي حقيقت ٻڌائڻ لاءِ همت وڌائي، جيئن ٺيڪ ۽ پورو علاج ٿي سگهي. ماسٽر آدم محسوس ڪيو ته هن کي ته پنهنجو ضمير ڪائي رهيو آهي ورنه ڊاڪٽر ته هن سان هن بيماريءَ جي باري ۾ ائين ورتاءُ ڪري رهيو آهي جيئن تپ، کنگهه يا ٻين رواجي بيمارين جي باري ۾ ڪندو آهي ۽ هن جي بيماريءَ جي ڪارڻ کي ٻـ ٻين بيمارين جي ڪارڻن وانگر رواجي اهميت ڏني ٿو. نه وعظ نصيحت ڪيائين، نه گناهه جو احساس پيدا ڪيائين ۽ نه اخلاق تي ليڪچر ڏنائين. البت جيئن ڪنهن به ٻي بيماريءَ کان آئيندي بچڻ لاءِ ڊاڪٽر اپاءَ ٻڌائيندو آهي، تيئن هن کي به چيائين ته اها بيماري، بيمار عورتن سان لڳندي آهي، ان ڪري خبرداري ڪرڻ کپي .... ڊاڪٽر هن جو پوري ڌيان ۽ همدرديءَ سان علاج ڪيو ۽ هو ڇهن پنجن ڏينهن ۾ صفا نو بنو ٿي ويو ۽ وري اها بيماري نه اٿلي.

آدم جو ان کان به اهم آزمودو پيو هو. جهانگي هن جو ننڍو ڀاءُ هو. هو رڳو پنج درجا پڙهي سگهيو هو ۽ ريزڪيءَ جو دڪان هوس. ڳوٺ جي هڪ ڇوڪري گلان سان هن جو نينهن جو ناتو ٿي ويو. نتيجي ۾ گلان کي پيٽ ٿي پيو. جهانگيءَ، ڀرازيءَ ۾ لڪ ڇپ ۾ جيڪي وس هلي سگهن ٿا سي ڪيا، پر ڀار نه ڪريو. هاڻي جهانگي توڙي گلان جي گهر وارن کي عزت جو خطرو هو. جهانگي ۽ گلان کي ته حياتيءَ جو خطرو هو. هنن کي ڪارو ڪاري ڪري نه ماريو وڃي. گلان لاءِ امڪان هو ته خبر پوڻ

تي هن جا مائٽ هن کي گهڻو ڏئي نه ماري ڇڏين. ڳالهه
ته ڀاڻ کي مارڻ جو به سوچڻ لڳي هئي.

مجبور ٿي مدد لاءِ جهانگيءَ کي پنهنجي وڏي ڀاءُ آدم
کي حقيقت ٻـڌائڻي پئي؛ ۽ ڳالهه پنهنجي ماءُ سان سچي
ڪئي. ماءُ پهرين ته ڳالهه سان ڏاڍي جٽ ڪئي ۽ ٻه چار
چنبا وهائي ڪڍيائينس، ۽ ڀاڻ کي ۽ ڌيءَ کي پٽيندي رهي.
پر وري به ماءُ هئي ۽ ڇوريءَ جي ڪرتوتن کي لڪائڻ
لاءِ هٿ پير هلائڻ لڳي. پر ٻئي ڪنهن سان ڪيئن ڳالهه
ڪري؟ هي ته ڳوٺ آهي، يڪدم بدنامي ٿي ويندي. ڪيس
جيڪي ٽوڻڪا سجهيا ٿي سي يڪدم آزمايائين. پر ڪجهه
ڪونه وريو. اٽي ٽي مهينا اڇي ٿيا هئا ۽ ڳالهه جو پيٽ
ڦوڪجڻ لڳو هو.

اهڙن مسئلن ۽ مشڪلن ۾ ڳوٺ وارن جو خيال پنهنجي
ڊاڪٽر ڏانهن ويندو هو. ماستر آدم جي ذهن ۾ پڻ اهـا
سوچ پيدا ٿي. پـر هي سنگين ۽ بدڪاريءَ جو مسئلو هو،
سو ڊاڪٽر جهڙي ڀلي ماڻهوءَ ڏانهن ڪهڙي منهن سان
وڃجي. پر ٻيو چارو به ڪهڙو هو. وڃي ٿـو هن جي آڏو
پلاند ڦهلايان، وڃي ٿو بيحيائي ۽ بيشرميءَ جي ڪارنهن
سان پنهنجو منهن ڪارو ڪريان!

شهر ۾ پهچي، ڊاڪٽر وٽ وڃي، آدم سچ پچ هن جي
پيرن تي ڪري پيو. ڊاڪٽر ششدر ٿي ويو ۽ اچرج پـڻ
لڳس ته ماستر جهڙو سنجيدو ۽ پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو هي ڇا
ڪري رهيو آهي ۽ ڇو ڪري رهيو آهي؟

”ماستر صاحب، هيءَ ڪهڙي مسخري آهي؟ مون کي ڇو شرمندو ڪري رهيو آهين؟“

”سائين، منهنجي لاءِ ته ٻڌڻ جهڙي ڳالهه آهي.“

”منهنجي سڀاءَ مان واقف ڪونه آهين، سڀني سان سڌي طرح ڇو نه ٿو ٻڌائين؟“

”سائين، توهان دنيا جهان ڏسيو ويٺا آهيو. مان ڪيئن ڪونه ٿو ڪريان. رڳو منهنجي ڳالهه ٻڌي مون تي ڪاوڙ نه ڪجو. مان ميجان ٿو ته اسين وڏا ذليل آهيون.“

پوءِ ڊاڪٽر کي پيراٿي ڳالهه ٻڌايائين.

ڊاڪٽر مٿان ٿي ويو، سوچ واري مٿان.

”ماستر صاحب! تو پنهنجن لاءِ ته سوچيو آهي، پر اهو احساس به اٿئي ته ان ڪم ۾ هٿ وجهڻ ڪري منهنجي عزت، منهنجي نوڪري، منهنجي عهدي ۽ منهنجي ناموس کي به خطرو ٿي سگهي ٿو، جيل جي هوا به کائڻي سگهان ٿو، ۽ اهڙن ماسرن ۾ عورت جو اتفاقي موت به ٿي سگهي ٿو ۽ ان حالت ۾ خرڻ منهنجي ڳچيءَ ۾ پوندو.“

”سائين، مان ٻار ڪونه آهيان. مون کي پورو احساس آهي ته توهان اهو سڀڪجهه برابر چئي رهيا آهيو. اسين ته نامراد آهيون، اسان جي ته منهن تي دانگي گهميل آهي. توهان لاءِ اسين ته رڳو دعا ئي گهري سگهون ٿا ته ڌڻي توهان کي پناهه ۾ رکندو. هونءَ توهان سان مڙساڻو انجام آهي ته ڪجهه به ٿيو ته توهان تي حرف اچڻ نه ڏينداسين. اسان ۾ هزارين عيب آهن. توهان پنهنجو وڙ ڪريو. ڌڻيءَ

توهان کي نوازيو آهي، توهان جا هٿ ڊگها آهن، توهان
جو بچاءُ ٿي ويندو، اسين مسڪين مارجي وينداسين.“
”اها مسڪيني ئي ته آهي جيڪا مسئلا ٿي پيدا ڪري،
ورنه هتي شهرن ۾ دولتمندن جا ته اهي روزمره جا ڌنڌا
آهن. پهرين ته اهڙا ذريعا موجود ٿي ويا آهن، جن جي
استعمال سان ڳرپ ٿيڻ جو امڪان ئي ختم ٿيو وڃي. جي
اتفاق سان ڳرپ ٿي وڃي ته جتي مسڪين ماڻهو ٻه سؤ
رپيا خرچ ڪري نه سگهندو اتي هي دولتمند ويهه ڏيهه
هزار اڇلائي ڏين ۽ لڪ ڇپ ۾ پار ڪيرائڻ جو بندوبست
ٿيو وڃي. انهيءَ هوندي به جي ڪن کي سڌ پئجي وڃي
ته وري به انهن جا وات سونن پوچن سان بند ٿيو وڃن،
پوءِ اها پوليس هجي يا ڪو عوام جو ماڻهو. اهڙين شهري
ڇوڪرين جي نه عزت خراب ٿيندي آهي، ۽ نه زندگي تباه
ٿيندي آهي، ۽ نه آتم هتيا ڪنديون آهن، ۽ نه اهڙن دولتمندن
جو قانون ڪجهه بگاڙي سگهندو آهي، ۽ نه جيل وڃڻو
پوندو آهي، ۽ نه خون جا ڏوهاري بڻبا آهن.

ڊاڪٽر، ماستر کي ڪجهه گوريون ۽ سيون ڏنيون ۽
چيو ته جي هفتي اندر انهن مان ڪجهه نه ٿئي ته ڇوڪريءَ
کي ڪنهن نموني هن شهر ۾ وٺي اچجو. هنن کي اهو
تاڪيد ڪيائين ته ڇوڪريءَ کي هتي سرڪاري اسپتال
۾ هن وٽ نه آڻين، پر شهر ۾ ڪٿي اچي رهن ۽ هو هڪ
تجربيڪار نرس هنن سان گڏي ڏيندو، جا هنن جو ڪم
ڪندي.

گوري ۽ سندن اثر ڪونه ڏيکاريو.

گلن جو پيءُ هن ماجري کان بيخبر هو. گلان جي ماءُ کي انديشو هو ته جي سندس مڙس کي اها ڪڙڪ پهچي ويئي ته کهاڙيون ئي پيو هڻندو. اهو ڏکيو قصو آهي ته کين پيءُ کي دوکي ۾ رکي، ماءُ جي ذريعي گلان کي شهر پهچايو ويو ۽ هڪڙي گهر ۾ رهايو ويو. ڊاڪٽر هنن سان نرس گڏجي ڏني، جنهن اچي گهر بل ڪارروائي ڪئي ۽ سڀني واسطيدارن جي جان ۾ جان آئي.

ماستر آدم سوچيندو رهيو ته هي ڊاڪٽر ڪيڏو نه ڀلو ماڻهو آهي، جو بنا لالچ اسان جي ايڏي ۽ اهڙي قسم جي مدد ڪيائين. پيو ته اسان کي محسوس ٿيڻ ئي نه ڏنائين ته اسين گنهگار، ڏوهاري يا بدڪار آهيون. شايد هن جو اصول آهي ته هو ڊاڪٽر آهي ۽ نه پوليس وارو، ملو مولوي يا سماج جو ٺيڪيدار. شايد اها ئي هن جي ڀلپڻ آهي.

* * *

انهن آزمودن جي روشنيءَ ۾، ڊاڪٽر جو جواب پڙهي، ماستر جا ٽپ ڏرڻ سياويڪ ڳالهه هئي. هن کي عجب لڳو ته ڊاڪٽر، جنهن اسان جي گناهه، ڏوهه ۽ بدڪاريءَ جهڙن ناجائز ڪمن تي اسان کي نه شرمايو ۽ نه اسان تي ڏسريو ۽ نه منهن ۾ گهنج وڌو، سو جائز ڪم تي باهه ٿي ويو آهي. ٻي شادي ڪرڻ يا پاڻ کان ننڍي عمر واري ڇوڪريءَ سان پرڻجڻ ڪو جرم ته نه آهي، ڪو گناهه ته نه آهي، ڪو ناجائز ڪم ته نه آهي!....يا ائين ته نه آهي

ته ڊاڪٽر منهنجو ڪوڙ پڪڙي ورتو آهي. اها منهنجي غلطي هئي. مون کي سڃاڻون سڌو لکڻ گھرجي ها. تنهنجو پنهنجو ڪرين شادي ڪري رهيو آهيان ۽ منهنجي ئي مرداني طاقت منهنجو ساٿ نه ڏئي رهي آهي. مون کي خيالي دوست جو ڊپ وڌڻ نه ڏيندو هو. ڊاڪٽرصاحب مون سان ايترو سٺو هليو آهي، جو مون کي اها منافقت نه ڪرڻ گھرجي ها. ڊاڪٽر تجربيڪار آهي ۽ سمجھي ويو ته انهن معاملن ۾ ماڻهو ٻين جي نالي ۾ نسخا پڇندا آهن. يا ته ڳوٺ جي ڪنهن رهاڪوءَ وٽان اول ئي هن کي منهنجي هن سنگ جي خبر پئجي وئي آهي ۽ منهنجي ڪوڙ تي ڪاوڙجي هي خط لکيو اٿس.

ڊاڪٽر ڏي وري خط لکيائين:

”مانوارا ڊاڪٽرصاحب! عرض ته مون وڏي ناداني ۽ بيوقوفي ڪئي، جو توهان جھڙي مهربان انسان سان غلط بياني ڪيم. ان لاءِ معافي گھران ٿو. اصل ۾ مان پاڻ ئي بي شادي ڪري رهيو آهيان، نوجوان ڇوڪريءَ سان، ۽ مون کي ئي مردانگيءَ جي نسخي جي ضرورت آهي، ان ڪري وڙ ڪري نسخو جلدي لکي موڪليندا، جو شاديءَ جي تمت پڄڻ واري آهي. آخر ۾ مان پنهنجي غلطيءَ جي وري به معافي ٿو وٺان .... توهان جو پراڻو نيازمند: ماسٽر آدم خان.“

* * *

ڊاڪٽر جي خط، ماستر آدم جي اندر ۾ بي آرامي ضرور پيدا ڪئي هئي. هن کي پنهنجي ضمير جي ڇهنڊڙي ته اڳ ۾ ئي ڇيڻ لڳي هئي، پر هينئر اها سرس تکائيءَ سان ڇيڻ لڳي، جڻ هو اهو حرص ڪان ڪم ڪندو هجي، جڻ هو پاپ جو ڪم ڪندو هجي. پر شعوري طرح هو پاڻ کي آٿت ڏيندو رهيو ته سان ڪو غيرشرعي يا غير قانوني ڪم ته ڪونه ڪري رهيو آهيان.

ڊاڪٽر، ماستر جي هن پٺيءَ خط جو جواب ڪونه ڏنو.

* * *

هڪ ڏينهن سانجهيءَ جو ڊاڪٽر پنهنجي ڳوٺ اچي نڪتو. هو ڳوٺ ۾ ترقيءَ جا ڪم ڏسي ڏاڍو سرهو ٿيندو هو. پڪو رستو، بجلي ۽ هاءِ اسڪول اهڙيون ترقيون هيون جن سان ڀهراڙيءَ وارن جي ساڃهه وڌي ٿي، ذهني سجاڳي پيدا ٿئي ٿي، سياسي شعور اڀري ٿو، قومي احساس چٽو ٿئي ٿو ۽ نظرياتي سمجهه اچي ٿي....رستو پڪو ٿيڻ ڪري لاريون اچڻ لڳيون هيون. ڊاڪٽر ڏٺو ته اتي رونق لڳي پئي هئي. بس اسٽاپ وٽ ڪوڙ بگيون بيٺيون هيون، جي لاريءَ ۾ ايندڙ ڀهراڙيءَ جي ننڍين ڳوٺن جي مسافرن کي ڪچن رستن تان هلي پهچائينديون هيون. رستي جي ٻنهي پاسي دڪان جڙي قطارون هيون، جن مان هوٽلن جي گهڻائي هئي. انهن مان ڪن ۾ رڪارڊ وڄي رهيا هئا ۽ ڪن ۾ ٽي-وي هئي رهي هئي. هوٽلن ۾ ويٺلن ۾ آسپاس جي ڳوٺن جا ماڻهو بس هئا. انهن مان ڪي ڪير وڪڻ

آيا هئا ۽ ڪير خلاص ڪري خالي ڇوڪرين ۽ ڏوان سميت
وانـدا ٿي اچي ويٺا هئا. ڪي سودو سلف ۽ سيڌو سامان
خريد ڪرڻ آيا هئا ۽ اهو ڪم لاهي، ٽپڙن جون ڳنڍيون
ٻڌي ٻهچي ويا هئا. هنن پنهنجا خالي ٿانو ۽ ڳنڍڙيون ميزن
تي يـا ڪرسين جي پاسي ۾ ڪري رکيون هيون ۽ چانهه
جون چسڪيون ڀريندي ۽ ٻيڙين جا سوٽا هڻندي، انهن جا
ڦلا چنڊيندي، ڪچهريون ڪري رهيا هئا، ڪي ٻڌي رهيا
هئا يا ٽي-ويءَ تي نگاهون هئن. هينئر سنڌي پروگرام جو
وقت هو، ان ڪري انهن هوٽلن تي گراهڪن جي گهڻائي
هئي، جن ۾ ٽي-وي هئي. رستي جي پاسي ۾ والي بال راند
ٿي رهي هئي. هو موٽر بيهاري لٿو ۽ سڀني موجود ڳوٺاڻن
سان ڀاڪر پائي مليو.

رات جي ماني کان پوءِ هو پنهنجي اوطاق ۾ اچي
ويٺو. يـار، دوست، ڳوٺائي، ساهتڪار، شاگرد ۽ بيمار
ايندا رهيا. ڪچهريون ۽ خبرون چارون ٿينديون رهيون.
ماستر آدم جي ٿيندڙ نئين مائٽيءَ جي باري ۾ به ڳجهه ڳالهه
ٻولهه ۽ ٽيڪا ٽپڻي ٿي. هونءَ تـہ هن محفل ۾ ماستر کي
به پنهنجي دستور موجب اچڻ کپندو هو، پر هو نـہ آيو هو.
شايد هن ٻئي ڏينهن نوڪلائيءَ ۾ ڊاڪٽر سان ملڻ ٿي
چاهيو جيئن پنهنجي منهن تفصيل سان حال احوال ڏئي،
نسخو پڇي. ڳالهين مان ڊاڪٽر کي معلوم ٿيو تـہ ماستر
آدم ٻدي جي شادي ڪري رهيو هو. هـن جو ننڍو پـاءُ
ڪجهه سال اڳ گذاري ويو هو. هن جي يتيم ڌيءُ کي

هن پالبو هو. ڇوڪريءَ جي عمر ١٤ سال هئي ۽ اڃا پوري طرح سامائي به ڪانه هئي. هو اهـا پائڻي ڪانڊيري جي پٽ لـڙنگ کي ڏئي رهيو هو. بدلي ۾ ڪانڊيرو پنهنجي ڌيءُ، جنهن جي عمر ١٥ سال هئي، سا ماستر سان پرڻائي رهيو هو. ڪانڊيري جي مجبوري اها هئي ته هن جي مائٽن ۾ سنگ ڪونه هـو ۽ هن وٽ ايترا ٽڪا ڪونه هئا جـو ڏهه پندرهن هزار ڏئي پٽ کي پرڻائي. هو هاري هو. هـن جو پٽ لڙنگ ٢٥ سالن جو ٿي ويو هو، ۽ نه بـدي جي شادي عيب هو ۽ نـه پوڙهي سان نوجوان نينگريءَ جـو وهانءُ ڪا نئين ڳالهه. ڪانڊيري جي ڌيءُ ته صفا ابوجهه هئي. ڏهن سالن جي عمر کان پـوءِ گهر جي لوڙهي کان ٻاهر پير ڪونه پاتو هئائين. نه اسڪول جو منهن ڏٺو هئائين ۽ نه زماني جي ڪا خبرچار هئس. سو اهڙي گگدام جي اعتراض يا احتجاج ڪرڻ جو سوال ئي ڪونه هو. ڪچهري ۾ ويٺلن ڪن ڪراڙن ۽ پراڻن خيالن جي ماڻهن ڪانسواءِ ٻين کي ماستر جي هيءَ هلت ڪانـه ٿي وڻي. شاگردن ۽ ساهتڪارن ته ان تي پڌري پٽ غصي جي پڌرائي ڪئي. ڪن چيو ته ماستر فقط حرص کان هيءَ شادي ڪري رهيو آهي ۽ اولاد جو رڳو بهانو بنايو اٿس.

ڪچهريءَ ۾ ڪنهن سوال اٿاريو تـه هڪ مسڪين ماستر وڏي ڄمار ۾ ننڍي نينگريءَ سان پرڻو ٿـو ڪري ته ان تي احتجاج جا آواز اٿي رهيا آهن، پر جڏهن ڪو سيٺ يا وڏيرو ائين ڪندو آهي ته اڄ تائين ڪنهن ٻڙڪ به نه

ٻولي آهي؟.... ان جو جواب اهو ڏنو ويو ته هڪ ته وڏيري يا سيٺ لاءِ اهو معاشي مسئلو ڪونه هوندو آهي. هو ڪيئي زالون ۽ انهن جي ٻارن جا ڏڻ پالي سگهن ٿا. پر غريب ماڻهو هڪ زال به مشڪل سان پالي سگهي ٿو. ان ڪانسواءِ هي جاگيردارڻو پنگت آهي. هن سماج لاءِ جاگيردار پنهنجي مطلب ۽ سهوليت خاطر قانون ٺاهيندا آهن ۽ رواج شروع ڪندا آهن. غريب ماڻهو، دولتمندن سان ريس ڪري، انهن قانونن ۽ رواجن تي هلڻ سان پاڻ کي ڏکيو ڪندا ۽ پنهنجي تباهي آڻيندا آهن. وڏي ڳالهه ته ماستر جو هي رشتو نه رڳو اخلاقي، انساني، پنگتي ۽ معاشي لحاظن کان اڻ جوڳو آهي، پر ماستر جسماني طرح به جڏو آهي.... ٻي ڳالهه هي ته به آهي ته جي عوام هن سنگ تي احتجاج ڪيو ته وڏيرا ۽ سيٺيون به آئينده اهڙي شادي ڪرڻ کان ڪيٻائيندا. جي نه مڙيا ته هنن جي اهڙي شاديءَ کي به عوامي احتجاج ذريعي روڪائبو.

* * *

ٻئي ڏينهن صبح جو ئي ڊاڪٽر، ماستر آدم جي گهر پهچي ويو. ماستر حيران ۽ هڪو ٻڪو ٿي ويو ۽ ڇپائين سان پاڻ توهان وٽ اچڻ وارو هوس. حالي احوالي ٿيا. ماستر جي ٿيندڙ رشتي تي گفتگو ٿي. ڊاڪٽر صاف لفظن ۾ هن کي سمجهائڻ ۽ اها شادي ڪرڻ کان باز رهڻ لاءِ چيو. ماستر ان تي عجب جو اظهار ڪيو ته مان ڪو ناجائز ڪم ته نه ڪري رهيو آهيان. ڊاڪٽر

هن ٻنهي اهڙي رشتي جي جي آڪي پيچي جا نتيجا پڌايا ۽ ثبوت ڏنا ته اهو صفا اڻ ٺهڪندڙ ڳانڍاپو آهي ۽ هڪ نوجوان معصوم ڇوڪريءَ تي سراسر ظلم. ماسٽر ڪي دليل ٻڌڻ لاءِ تيار نه هو ۽ نه پاڻ ڪو دليل ڏئي ٿي سگهيو. هن جي اها ئي هڪ رَٽَ هئي ته مان ناجائز ڪم ته نه ڪري رهيو آهيان. ٻچاڙيءَ ۾ اهوئي چيائين ته مان توهان جي هر ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار آهيان، پر هن معاملي ۾ مونکي ڪجهه نه چئو. ڊاڪٽر به چيس ته پوءِ مون جيڪي خط ۾ لکيو هو ان تي عمل ٿئي ته ميار نه ڏجان.

ڊاڪٽر، هاري ڪانڊيري سان به مليو. هن کي دليلن ۽ ثبوتن سان سمجهايائين ته هو پنهنجي نياڻيءَ جي پيڙي هٿ سان ٻوڙي رهيو آهي. ڪانڊيري چيو منهنجي لاءِ ڪا ٻي واهه ئي ڪانهي، منهنجي پٽ جي عمر وڌندي ٿي وڃي ۽ ٻئي هنڌان مائٽي ڪانه ملي، ان ڪري مجبور ٿي هتي سنگ ڳنڍڻ جي هام ڀري اٿم. ڊاڪٽر هن کي چيو ته اسين ڳوٺ وارا تنهنجي مدد ڪنداسين ۽ تنهنجو اهو مسئلو حل ڪنداسين. پر ڪانڊيري رکو جواب ڏنو ته مان زبان ڏئي چڪو آهيان ۽ ڳار کائي چڪو آهيان، هاڻي ڪجهه نه ٿيندو.

* * *

شهر واپس وڃڻ کان اڳ، ڊاڪٽر شاگردن، ساٿڪارن ۽ ٻين ڳوٺاڻن سان مليو ۽ هنن سان ماسٽر آدم جي شاديءَ جي ارادي جي باري ۾ خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. گهڻا هن

جي ويچارن سان سهمت هئا.

ڊاڪٽر جي وڃڻ جي ٻئي ڏينهن ئي شاگرد سنگت ۽ ادبي سنگت جون جدا جدا ميٽنگون ٿيون ۽ ٽئين ڏينهن تي ٻنهي تنظيمن جو گڏيل اجلاس ٿيو. هنن ميڙن ۾ ظاهر ڪيو ويو ته هن قسم جا احتجاج فقط عارضي علاج واسطي آهن، اصل علاج غيرطبقاتي سماج آهي، جنهن لاءِ ٻڻ جاکوڙ جاري رهندي. پوءِ ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته ماستر آدم جيڪا شادي ڪري رهيو آهي، اها نه صرف سماجي طرح غلط آهي، پر هو پاڻ به ڊاڪٽري لحاظ کان ان لائق نه آهي. ان ڪري هن کي صلاح ڏني وڃي ته هو اهڙي ارادي تان هٿ کڻي وڃي، ٻي حالت ۾ جي هن شاديءَ جي تٿ تاريخ ٻڌي ته ڳوٺ ۾ وڏو جلوس ڪڍي، نعرا هڻي ان سنگ خلاف احتجاج ڪيو ويندو.

ننڍي وڏي تائين اهي خبرون پهچي ويون.
ماستر ڪنڌ مٿي کڻي جهڙو نه رهيو هو.

(۷- آڪٽوبر ۱۹۸۵)

# منهنجي ڌرتيءَ جي روشني

اڄ ٻه ڪلاڪ اڳ ئي آفيس مان موٽيو هو ته آسمان صاف ڏٺو هئائين. هينئر اوچتو گجگوڙ جو آواز ٻڌائين. پهرين ته هن ڌيان ڪونه ڏنو. گجگوڙ وري ٿي ۽ وڌيڪ زور سان ۽ ڪجهه لاڳيتي ٿي. هن ٻاهر نڪري آڪاس ڏي نهاريو. ان جو ڳچ حصو ڪڪرن سان ڍڪجي ويو هو ۽ اتر پاسي کان ڪارو انڌوڪار هو، جو وڌي رهيو هو. گجگوڙ ۾ واڌارو اچي رهيو هو ۽ کنوڻ سان گڏ وڏا وڏا ٺڪاءَ نڪري رهيا هئا. هو واپس ڪوٺيءَ ۾ ويو. ويرم ئي ڪانه گذري ته گهر جا در ۽ دريون زور زور سان کڙ کڙ ڪرڻ لڳيون ۽ هوا جي سوسٽ سان گڏ، بارش جي ڦوٽ جا آواز اچڻ لڳا. هن وري اچي ٻاهر ڏٺو. وڏڦڙو وسي رهيو هو ۽ تيز طوفان شروع ٿي ويو هو. چوڌاري انڌوڪار ٿي ويو هو. نيسارا اهڙي ڇوهه سان وهڻ لڳا جيئن پهاڙ جي اتاهينءَ تان وهندڙ آبشار، انهن ئي ڳڙا پوڻ شروع ٿيا، ڇڊن جيڏا ڳڙا. ڇت تان اهڙا آواز اچڻ لڳا ڄڻ چوڌاري ڪلاشنڪوف رائيفلون ڇوڙيون پيون وڃن. سڄو ميدان ڳڙن سان ڍڪجي اڇو ٿي ويو ۽ درين جا ڪي شيشا ڀڄي پيا.

پورو ڪلاڪ طوفان ۽ گجگاهه ۽ راڳ ڪندا رهيا.
گهٽين ۽ بندر روڊ جهڙن رستن تي به ٻه چار ڇيڙو پاڻي
بيهي ويو هو ۽ اهو پاڻي اهڙو ڪارو ۽ گندو هو جهڙو
گٽر جو.

هو وراندي جي درٻار ڪرسي رکي، خالي نظرن سان
ٻاهر گهوريندو رهيو. هن کي پدمني سان ملهايل
پهاڙڪي ڏياري ياد اچي وئي. گهڻا گهڻا ورهيه ٿيا جڏهن
اڃا هندستان جو ورهاڱو ڪونه ٿيو هو. هي ساڳيو ئي
ڪراچي جو شهر هو. ان ڏينهن به ساڳي طرح اوچتو
سخت بارش پئي هئي. پارس اول ئي ڪاري در مان آسو حلوائي
ڪان حلوي جو پڙو وٺي پاڻ وٽ رکيو هو. بارش جو زور
گهٽيو ۽ هلڪيون بوندون پئجي رهيون هيون ته
ڪپڙي ۾ اهو پڙو ويڙهي، پنهنجي هاسٽل مان نڪتو.
پدمني پنهنجي پيءُ سان بندر روڊ جي ڇيڙي تي بنگلي ۾
رهندي هئي، ۽ جو اتان پنجن ميلن تي هو. هن کي ڏين پرئي
مهل پدمني وٽ پهچڻو هو. ان زماني ۾ ڪراچي ۾
گندگي ڪانه هوندي هئي. هي شهر پوري ايشيا ۾ صاف ۾
صاف هوندو هو ۽ سنڌين لاءِ سڄي دنيا ۾ سهڻو شهر.
هلڪي مينهن ۾ پارس اگهاڙا پير ڪري، مزي سان
هلندو هليو. پاڻيءَ جي نيڪال جو سٺو بندوبست هو، ان
ڪري رستي تي ڪٿي به پاڻي ڪونه بيٺو هو. مينهن پوندي
به پير پوڙ جيترو وهندڙ پاڻي هو. پارس ان پاڻيءَ مان
جهاڳيندي يا ڊوڙندي مزو محسوس ڪرڻ لڳو. پاڻي، ڪوهه

جي پاڻيءَ جھڙو صاف شفاف ھو. گند ۽ ميراڻ جو ذرو بہ
نہ ھو. ان زماني ۾ رستن تي ايتريون موٽرون ۽ گاڏيون بہ
ڪونہ ھونديون ھيون. ڪيترا ئي ڀار، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون
رستن تي نڪري آيا ھئا، ۽ پاڻي ۾ ڪُڏي تي اڇلائي ۽
ٻوڙون پائي، راند روند ۽ تفريح ڪري رھيا ھئا.

پدمڻيءَ جي پيءُ ماءُ ۽ ڀين ڀُٽين دستور موجب پارس
کي پنھنجائي وارو قرب ڏيکاريو. ھن جا ڪپڙا برسات ۾
پسجي ويا ھئا، ان ڪري ھن کي پائڻ لاءِ ٻيو وڳو ڏنائون.
پوءِ پارس ۽ پدمڻيءَ گڏجي نڪر جا سوين ڏيا ٻاري، بنگلي
جي چوڌاري ڪارنس تي قطارن ۾ ڪري رکيا. پارس ڀين
سان گڏ مٺايون ڪاڌيون. پارس ۽ پدمڻي پاڻ ۾ دير دير
تائين پنھنجي ڳوٺ جون ڳالھيون ڪندا رھيا. رات جو
پارس کي اتي ئي ٽڪايو ويو ....

پارس ۽ پدمڻي، سکر ضلعي جي ھڪ ئي ڳوٺ ۾ پيدا
ٿيا ۽ پليا ھئا. ھنن جا گھر گڏوگڏ ھئا. پدمڻيءَ جو پيءُ
دولتمند واپاري ھو ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪاروبار ڪندو ھو.
ھنن جي جاءِ پڪي ڳاڙھي ماڙي ھئي ۽ سامان سان ڀريل.
پارس جو پيءُ ڪنڙ خان ٻڪ منشي ھو. ھنن جي جڳھہ
ڪچين سرن واري ھئي ۽ گھر ۾ ضرورت واريون شيون بہ
ساديون سوديون ۽ ڳڻيل ٽٽل ھيون. پارس ۽ پدمڻي ھڪجيڏا
ھئا، ننڍپڻ کان ئي گڏ رانديون ۽ رھاڻيون ڪيون ھئائون.
ھنن ٻنھي گھرن وارا ٻار ۽ ضاعفون، پنھنجائيءَ سان ھڪٻئي
جي گھر ايندا ويندا ھئا. ڳوٺ وارا عيد، ڏياري توڙي ٻيا

ڏڻ ڳڌجي ملهائيندا هئا. ڏياريءَ تي مسلمان به ڏيا ٻاريندا هئا ۽ مٺايون خريد ڪري پاڻ به کائيندا هئا ۽ هندو پاڙيسرين کي به ڏيندا هئا. هندو، مسلمان پاڙيسرين ڏي مٺاين جا ٿالهن جا ٿالهه موڪليندا هئا. گهر گهر مان، گهٽي گهٽيءَ مان ڦٽاڪن چٽڻ جو شور ايندو هو.

ڏياري رات ڪبڙ خان جن به هوند آهر مٺائي خريد ڪندا هئا. پدمڻيءَ جو پيءُ ڏيئلومل جن ڏي ۽ ٻين هندو پاڙيسرين ڏي موڪليندا هئا. پارس ماءُ، پٽ کي به ڏيا ٻاري ڏيندي هئي ته وڃي پاڙي جي مسيت ۾ رکي اچ. پدمڻي پنهنجي گهران ٻن ٺڪرن جي ڏين ۾ سرنهه جو تيل ۽ ڪپهه جي وٽ وجهي، وٽ کي تيليءَ سان ٻاري، پارس جي گهر کڻي ايندي هئي ۽ هنن جي ورانڊي جي ٻن جارن ۾ اهي ٻريل ڏيا رکندي هئي. سڄو ڳوٺ ڏين جي ڪري روشن ٿي ويندو هو. انهن ڏينهن ۾ بجلي ڪانه هوندي هئي ۽ پوري سال ۾ ڏيائين جي عيد کان سواءِ، اها ئي هڪڙي ڏياريءَ جي رات هوندي هئي جو ڏين جي ڪري سڄو ڳوٺ روشنيءَ جي جهرمر سان ڀڪڪڻ لڳندو هو. گهرن، دڪانن، اوطاقن، مسيتن ۽ ٺڪاڻن جي ڇتين، اڱڻن جي ديوارن ۽ درن تي ڏين جون قطارون ٽمڪڻ ۽ ڀڪڪڻ لڳنديون هيون. انهن جي جهرمر، آسمان ۾ تارن جي بي ترتيبيءَ کي شرمندو ڪري ڇڏيندي هئي.

پارس ۽ پدمڻي، توڙي ٻيا ٻار ۽ وڏا ڳوٺ جي گهٽين ۽ بزارين جو روشن ڏيک ڏسڻ ۽ رانديون ڪرڻ لاءِ نڪري

پوندا هئا. پارس کي اڄ به ياد ايندو آهي ته پڻهنس ڏاڍي معصوميت مان چوندي هئي: ”توکي خبر آهي ته ڏياريءَ جي ڏينهن ۾ هتي هوا ڇو ٿي بند ٿي وڃي؟“ ۽ وري پاڻ ئي جواب ڏيندي هئي ته ”هوا ان کري ٿي بند ٿئي ته اسان جا ڏيا نه وسامن ۽ سو جهرو رهي!“

پڻهنس ۽ پارس ٻئي ڳوٺ جي اسڪول ۾ گڏ پڙهندا هئا. اتي فقط چار درجا سنڌي هئا. سيٺ ڏيولومل کي ڌيءُ کي وڌيڪ پڙهائڻ جو شوق هو. پاڻ واپار سانگي ڪراچيءَ ۾ رهندو هو. پڻهنيءَ کي به اتي وٺي وڃي هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪرايائين. ڌيءُ جي ڪري ماءُ کي به هاڻي ڪراچيءَ ۾ رهڻو پيو، پر هنن جا پيا سائت ڳوٺ ۾ ئي هئا. پارس کي اسڪالرشپ ملي وئي، ان ڪري هو سکر هاءِ اسڪول ۾ داخلا وٺي سگهيو.

غريبيءَ جي ڪري پارس مئٽرڪ پاس ڪرڻ کانپوءِ ڪاليج ۾ داخلا وٺي نه ٿي سگهيو ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪاليج فقط حيدرآباد يا ڪراچيءَ ۾ هئا. پر سيٺ ڏيولومل هن کي مالي مدد ڪري، ڪراچيءَ جي ڪاليج ۾ داخل ڪرايو. هو اتي هاسٽل ۾ رهڻ لڳو. ڪاليج جو ٻيو سال اڃا شروع مس ٿيو ته ملڪ جو ورهاڱو ٿي ويو ۽ ڏيولومل وارن کي سنڌ ڇڏڻي پئي. پارس تعليم جاري رکي نه سگهيو. هن ڪاليج ڇڏي، ڪراچيءَ ۾ ئي ميونسپل ڪارپوريشن ۾ ڪلارڪيءَ جي نوڪري ورتي، جتي ٣٩ سالن کان پوءِ اڄ هو آفيس سپرنٽينڊنٽ هو ۽ رٽائر ڪرڻ کي ويجهو هو.

منهن ڪان ئي ڪبڙ خان ۽ سيٺ ڏولو مل جو هڪٻئي ڏي خط جو سلسلو جاري ٿي ويو. پوءِ پارس ۽ پدمڻي پڻ هڪٻئي کي باقاعدي حال احوال لکڻ لڳا. هنن ۾ هڪ نئين هڪجهڙائي وجود ۾ اچي وئي. پدمڻي هندستان ۾ سنڌيءَ جي ٻرک ناول نويس بنجي وئي، ۽ پارس سنڌ ۾ سنڌيءَ جو ڄاتل سڃاتل ڪهاڻيڪار ٿي اڀريو.

جيئن ته پارس ۽ پدمڻي ٻئي ترقي پسند ۽ انقلابي ساهتڪار هئا، ان ڪري مذهبي حڪومت هنن کي پاسپورٽ ۽ ويزا ڏيڻ لاءِ تيار نه هئي. ان ڪري نه پارس هندستان وڃي سگهيو ۽ نه پدمڻي سنڌ ۾ اچي سگهي هئي.

* * *

برسات بند ٿي وئي هئي. آسمان صاف ٿيڻ لڳو هو. هوا هلڪي ٿي وئي هئي. آس وڏيڪ تيزاڻ سان واپس اچي وئي هئي. پارس، پدمڻيءَ جو تازو آيل خط کڻي، وري پڙهڻ لڳو:

.... تو کي ته چڱيءَ طرح ڄاڻو آهي ته سنڌ ڏانهن اچڻ تي منهنجي دل ڪيڏو نه چاهي ٿي، مون کي پنهنجي ڌرتي ڏسڻ جي ڪيتري نه تڙپ آهي! پر ڏسجي ٿو ته جيستائين جاگيرداري ۽ سرمائيداري سرشتا موجود آهن، ائين ٿيڻ محال آهي. ان لاءِ اسان کي اهڙي سرشتي آڻڻ لاءِ جاکوڙ تيز ڪرڻ کپي، جنهن ۾ طبقاتي سماج ختم ٿي وڃي ۽ سامراجيت جو وجود نه رهي

توکي وچڙيلن جي وري ملڻ جو مزيدار واقعو ٿي
پڌايان: سنڌ مان ٿي مسلمان سنڌي، هندستان گهمڻ آيا.
هنن جي مانَ ۾ هن شهر ۾ راڳ جي محفل مچائي وئي.
آشا کيمچندائي مشهور ڳائڻي آهي. آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي
پروگرام ۾ تو هن جا گانا ٻڌا هوندا. ان محفل ۾ هن کي
به ڳائڻ لاءِ گهرايو ويو هو. مان به ان ميڙ ۾ شريڪ
هئس. سنڌ مان آيل مهمانن مان هڪ سٺ سالن جو موٽيل
عمر جو همراهه هو. هن جا وار اڇا هئا بدن جو منهڙو پر
ڪڙتڙو هو. طبيعت جو شرميلو ۽ ٿور ڳالهائو ٿي ڏٺو.
محفل ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڪونه ٿي نهاريائين ۽ هن جون
نظرون ڪنهن سان نه ٿي مليون ۽ زياده تر زمين ۾ کتل ٿي
رهيون. توهان کي اهو ٻڌائڻ وسري ويو ته آشا کيمچندائيءَ
جو اهو نالو فنڪار جي حيثيت ۾ هو. هن جو اصل نالو
پيو هو.

مان شرميلي مهمان جي ويجهو ويٺي هئس ۽ الائي ڇو
هن کي غور سان جاچي رهي هئس. جيئن ئي صفي ۾ آشا
جو آواز گونجيو ته سون ڏٺو ته شرميلي مهمان جون اکيون
نئين جوت سان هوشيار ٿي ويون ۽ آشا ۾ کپي ويون. هن
جي چهري ۾ چمڪ پئدا ٿي ۽ چهري جو رنگ ڳاڙهو ٿي
ويو، شايد هن جي چپن ۾ ڏڙڪٽي پڻ هئي. ائين هو اوچتو
اٿي سڌو ٿي ويٺو. اکيون اهي ئي آشا ۾ کتل. هو هڪ
ڪن پيهي وري ويهي رهيو. ماڻهو راڳ ٻڌڻ ۾ مگن هئا،
ان ڪري گهٽن جو هن ڏانهن ڌيان ڪونه ڇڪيو. پوءِ

هن، پر ۾ ويٺل پنهنجي هندستان جي سنڌي ميزبان سان
ڳالهايو. مان پاڻيان ٿي ته هو هن کان آشا جي باري ۾
ڪا معلومات حاصل ڪري رهيو هو. ٻوري به هو آشا کي
ڏسندو رهيو. هو پهرين قطار ۾ ويٺل هو. اوچتو هو اٿيو
۽ اسٽيج جي پرسان وڃي بيٺو ۽ آشا ڏي نهاري، ٻئي هٿ
ٻڌي، نمسڪار ڪرڻ وانگر جهلي بيٺو. هن ٻي به حرڪت
ڪئي. جڏهن آشا جون هن تي نظرون پيون ته شرميلي مهمان
مرڪي پنهنجو هيٺيون چپ ٿورو ٻاهر ڪڍيو. مون ڏٺو ته
حيرت مان آشا جون اکيون ڦاٽي ويون. پوءِ هن به مرڪندي
پنهنجو هيٺيون چپ ٿورو ٻاهر ڪڍيو، جيتوڻيڪ پنهنجي
ڳائڻ ۾ فرق اچڻ نه ڏنائين. شايد اهو هنن جي نئين ڄاڻ جو
ڪو قرب جو اشارو هو. ان تي شرميلي مهمان تي جڻ
ڇرپائپ جو دورو پئجي ويو. پرانگهون ڀري هو اسٽيج تي
چڙهي ويو، ۽ سازن ۽ گيت جي سُر ۽ لئه تي بي اختيار ٿي
نچڻ لڳو. سڄو هال ماڻهن سان ڪچاڪچ ڀريل هو. سڀني
خوشيءَ مان وٺي تاڙيون وڄايون. هنن سمجهيو ته هي زنده
دل ماڻهو آهي ۽ راڳ ۽ فن جو متوالو آهي، ۽ هي راڳ
ٻڌي موج ۾ اچي ويو آهي، وجد ۾ اچي ويو آهي، مستيءَ
۾ اچي ويو آهي. مون کي پوءِ خبر پئي ته هي همراهه ايتري
قدر لچارو هو جو سڄي عمر ۾ ماڻهن جي سامهون ته ڇا پر
پنهنجي منهن اڪيلائيءَ ۾ به ڪڏهن ڪونه نچيو هو. آشا
جي ڳائڻ ۾ پڻ نئين جان ۽ نئون ميڃاج پيدا ٿي ويو.
ڳائيندي ڳائيندي هوءَ به اٿي بيٺي ۽ ڳائڻ سان گڏ نچڻ

لڳي ۽ شرميلي مهمان سان وڪون ملائي نچڻ لڳي. ماڻهو
نه سوچ ۽ مستيءَ ۾ اچي ويا ۽ تاڙين سان يا ڪرسين جون
ٻانهون وڃائي، نچڻ وارن سان لئه ملائڻ لڳا.... خبر اٿئي
حقيقت ڇا هئي؟ حقيقت اها هئي ته هي ٻئي پريمي، ورهاڱي
کري، ٣٩ سالن کان پوءِ اڄ مليا هئا. مون وانگر آشا جو
به اڌ مٺو اڇو ڏي ويو آهي.

مون سوچيو هو ته جيستائين تون نه ملندين، مان ڏياري
نه ملهائيندس! پر چار مهينا کن ڏيا ته پنهنجي (تنهنجي ۽
منهنجي) ڳوٺ وارو ڪاڪو جهامنداس، ايڏانهن سنڌ ۾
ڏي آيو. مون کي هڪڙو خيال اچي ويو. مون هن کي
چيو ته اسان جي ڳوٺ مان مون واسطي ٿڪر جا ڏيئا،
سرنهه جو تيل، ڪپهه ۽ ماچيس آڻجان.

توکي ته خبر هوندي ته پنهنجي ڳوٺ وارو چاچو ڏرتو
ڪنهڙو اڇا جيئرو آهي. ڪاڪي وڃي هن کي چيو. چاچي
ڏني منهنجي پسند جا هڪ سؤ ڏيئا، جهڙا مون کي منهنجي
ننڍپڻ ۾ ٺاهي ڏيندو هو، تهڙا ٺاهي پڇائي مون ڏي سوکڙي
طور موڪلي ڏنا. ڪاڪي مون لاءِ سرنهن جي تيل جا
چار شيشا به آندا ۽ ڪپهه به آندائين ۽ ماچيس جو هڪ
بنڊل پڻ. هن سال جو ڏياري آئي ته ٣٩ سالن کان پوءِ
مون ڏياري ملهائي. سنڌ جي مٽيءَ مان ٺهيل ڏين ۾ سنڌ
ڌرتيءَ جو اپايل تيل وڌم، سنڌ جي ڪپهه مان وٽيون ٺاهي
ڏيـن ۾ وڌم، ۽ سنڌ ۾ ٺهيل تيلين سان اهي ڏيا ٻاريم.
اهي ڏيا پنهنجي گهر جي ڇت ۽ ٻنين تي ائين قطاروڪري

رکيم جيئن پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪندا هئاسين.

هتي هاڻي ڏياريءَ تي بجليءَ جا بلب ٻارڻ جو رواج آهي. ٻريل ڏين جون قطارون بمبئيءَ جهڙي شهر لاءِ فئين ڳالهه هئي. هزارين ماڻهو ڏسڻ آيا، منهنجي سنڌ جي روشني، منهنجي ڌرتيءَ جي روشني!

(١٠- مئي ١٩٨٦)



# اسان جي اداري جا ڇپيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- | علامہ آء. آء. قاضي | قاضي فيض محمد | (ختم ٿيل) |
| ٢- | ڏکيون جان نہ مڙن | ناز سنائي | ” |
| ٣- | ڪچان تان ڪافر | ” ” | ” |
| ٤- | ماءُ ڪاهوڙي هليا | ” ” | ” |
| ٥- | رچي جي ريتا ٿيا | ” ” | ٢٠-٠٠ |
| ٦- | هاري ڪميٽي ۽ الائي تحريڪ | قاضي فيض محمد | (ختم ٿيل) |
| ٧- | ڏونگرجن ڏوريا | ناز سنائي | ١٤-٠٠ |
| ٨- | چانڊوڪي ۽ زهر | موهن ڪلپنا | ١٢-٠٠ |
| ٩- | زندان جي جهروڪي مان | ڪامريڊ غلام محمد لفاري | ٧-٠٠ |
| ١٠- | زندگي | موهن ڪلپنا | ١٢-٠٠ |
| ١١- | منهنجي آڪاڻي | ڪامريڊ غلام محمد لغاري | ٧-٠٠ |
| ١٢- | حفيظ شيخ | ناز سنائي | ١٠-٠٠ |
| ١٣- | قيد جي ڪهاڻي | ناز سنائي | ٢٠-٠٠ |
| ١٤- | دادر پل جا ٻار | ڪرشن چندر / ناز سنائي | ١٢-٠٠ |
| ١٥- | سون ورني ڌرتي | ڊاڪٽر سليمان شيخ | ١٥-٠٠ |
| ١٦- | وشواس | موهن ڪلپنا | ١٥-٠٠ |

# سنڌي ساهت گهر طرفان

## نجم عباسيءَ جا ڪتاب

چڇپيل

(۱) تصوف جي ڇنڊڇاڻ
(۲) ڏتم اڻ ڏٺل
(۳) مٺي سنڌ سڪار

ايندڙ ڪتاب

(۱) ڳاڙهو لالٽين
(۲) ناچڻي

